يادگار

# سنڌي سونهون

## چوٿين ڪلاس لاءِ


يادگار پبلشرز

يادگار لين، اردو بازار، حيدرآباد سنڌ

ڪتاب جو نالو: سنڌي سونهون

ڪلاس : چوٿون

ڪمپوزنگ : محمد راشد

تعداد : هڪ هزار

ڇپائيندڙ : يادگار پبلشرز حيدرآباد، سنڌ

ڇپيندڙ : يادگار پرنٽنگ پريس، حيدرآباد، سنڌ

قيمت : 140/= رپيا

ملڻ جو هنڌ

يادگار پبلشرز

يادگار لين، اردو بازار، حيدرآباد سنڌ

۽

سنڌ جا سيئي ڪتاب گهر




# ديباچو

شاگردن جي سهوليت ۽ گهرو مطالعي لاءِ نئون سنڌي سونهون درجو چوٿون شايع ڪري رهيا آهيون. اميد ته هيءُ ڪتاب شاگردن لاءِ گهڻو مفيد ثابت ٿيندو ۽ شاگرد ان مان پورو پورو فائدو حاصل ڪندا.

شاگردن جي ڀلائي ۽ بهتري لاءِ "هن اداري" طرفان ڪيترائي مفيد ۽ بهترين ڪتاب وقت بوقت شايع ٿيندا رهيا آهن، جيڪي واديءَ سنڌ ۾ نهايت مقبول ٿيا آهن.

يادگار طرفان اهڙا ڪيترائي مفيد نوان ڪتاب جلد شايع ٿي رهيا آهن. جيئن شاگرد، پنهنجي استادن جي هدايت موجب گهر ۾ محنت ڪري امتحان ۾ ڪاميابي حاصل ڪن ۽ اڳتي وڃي پنهنجي وطن جي خدمت جا اهل ثابت ٿي سگهن.

هن ايڊيشن ڪي وڌيڪ سڌاري، ۽ نئين نصاب مطابق تيار ڪيو ويو آهي. اميد آهي ته استادن ۽ شاگردن کي هي نئون ايڊيشن پسند ايندو ۽ اسان جي محنت سجائي ٿيندي. (انشاءالله تعاليٰ)

پبلشرز

# فهرست

بِسۡمِ اللّٰهِ الرَّحۡمٰنِ الرَّحِيۡمِ

## سبق پهريون

# قدرت وارا (حمد)

### ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ساراهه | واکاڻ، تعريف | نرمل | وڻندڙ |
| قدرت | طاقت | هيرا لعل | قيمتي پٿر |
| ڪوٺـان ڪوٺ | اندرئي اندر | اندر | منجهه |
| جوتي | روشني | بيوس | مجبور |
| انت | حد | نينهن | محبت |
| سرهاڻ | خوشبوءِ | برس | وس |
| پڙلاءُ | آواز | ڏرين | پرين |
| بادل | ڪڪر | واءُ | هوا |
| چر چر | چير جو آواز | عجب | حيرت |
| ٿاڏلي | ٿڌڪار | بـرس برس | وسي وسي |
| ناد | واڄو، ساز | واڄٽ | واڄو، وڏو آواز |
| سهسين | بي شمار | پارا | پڇاڙي، انتها |
| مهراڻ | سنڌو درياءُ | نظارا | ڏيک، منظر |

| چهنب | پکيءَ جي وات جو نوڪدار حصو | ناميارا | مشهور |
|---|---|---|---|

## ❁ حمد جي سمجهاڻي ❁

سڀ ڪجهه تنهنجي سارا آهه، قدرت وارا!
نرمل جوتي نور نظارا.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر ڪشنچند بيوس چوي ٿو ته اي طاقت وارا الله سائين! سڀ تنهنجي سارا آهه تا ڪن هر شيءِ ۾ تنهنجي نور جو نظارو ۽ اکين کي وڻندڙ روشني نظر اچي رهي آهي.

ڪوٺيان ڪوٺ ٺاهيئه، ڦريتيون،
سهسين سج، چنڊ، تارا ڪتيون،
جن جو انت نه پارا، قدرت وارا.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اي طاقت وارا الله سائين! تو زمين جا فرش وڇايا، سج، چنڊ، تارا ۽ ڪتيون بنايا، جن جو ڳاڻيٽو، جيءَ حساب ڪنهن کي معلوم نه آهي.

گلن اندر سرهاڻ ڏرين ٿو،
موتين سان مهراڻ پرين ٿو،
هيرا لعل هزارا، قدرت وارا.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اي طاقت



وارا الله سائين! تون گلن جي اندر خوشبوءِ پيدا ڪرين ٿو، قيمتي موتين سان مهراڻ کي ڀرين ٿو جن ۾ ڪيترائي هيرا لعل آهن.

جڏهن وڻن تي واءُ اچي ٿو،
پن پن مان پڙلاءُ اچي ٿو،
چم چم جا چمڪارا، قدرت وارا!

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اي طاقت وارا سائين! جڏهن زوردار هوا گهلي ٿي ته هڪ هڪ پن مان آواز اچي ٿو ايئن لڳي ٿو جيئن چم چم جا آواز هجن.

چهنب چتن ۾ چيهن ڪولي،
بلبل ڪوئل، بولي بولي،
مورنچن ناميارا، قدرت وارا.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اي طاقت وارا سائين! چتن ۽ چيهن پنهنجون چهنبون کوليون آهن ۽ ان سان گڏ بلبل ۽ ڪوئل به پنهنجون پنهنجون بوليون بولڻ شروع ڪيون آهن، اهڙي منظر ۾ وري مورن به پنهنجو ناچ ڪرڻ شروع ڪري ڏنو آهي.

عجب ٺاهيئه بجليون، بادل،
بوندون برس برس ڪن ٿا ڏل،
واجهڻ ڪن وسڪارا، قدرت وارا!

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اي طاقت

وارا الله سائين! تو حيران ڪندڙ ڪڪر ۽ ڪنوڻ بنايا آهن. وسڪاري جا آواز اچن پيا ۽ مينهن وسڻ سان ٿڌڪار ٿي وڃي ٿي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 هن حمد مان اوهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ پسند آهي؟**

**جواب:** هن حمد مان اسان کي هيٺيون شعر وڻي ٿو:

ڪوٽان ڪوٽ ٻٽايئـــه، ڌرتيـــون،
سهسين سج، چنڊ، تـــارا ڪتيـــون،
جن جـو انـت نـه پـارا، قـدرت وارا.

**سوال نمبر:2 اوهان کي اهو بند ڇو ٿو وڻي؟**

**جواب:** اسان کي اهو بند ان ڪري وڻي ٿو جو ان ۾ الله سائينءَ جي بي حد ۽ بي حساب قدرت جو ذڪر ڪيو ويو آهي.

**سوال نمبر:3 هن حمد ۾ شاعر الله سائينءَ جون ڪهڙيون نعمتون بيان ڪيون آهن؟**

**جواب:** هن حمد ۾ شاعر الله تعاليٰ جون ڪيتريون ئي نعمتون بيان ڪيون آهن جيئن سج، چنڊ، تارا، وڻ، گل، ٻوٽا، پاڻي وغيره.



**سوال نمبر:4 هن حمد ۾ ڪهڙا ڪهڙا نظارا ڏنل آهن؟ بيان ڪريو.**

**جواب:** هن حمد ۾ ڪيترائي نظارا ڏنل آهن جيئن:

گلن اندر سُرهاڻ جو نظارو ـ وڻن تي واءُ اچڻ جو نظارو ـ ٻَن ٻَن مان پڙلاءِ اچڻ جو نظارو ـ بادل جي وسڻ جو نظارو ـ پکين جي ٻولڻ جو نظارو ۽ مور جي نچڻ جو نظارو وغيره.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو:**

ساراه ـ سرهاڻ ـ سهسين ـ مهراڻ ـ نِرمل ـ جوتِي

**جواب:** مٿين لفظن جي معنيٰ لفظن جي معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو.

**(ج) هي حمد سُر ۽ لئه سان گڏجي پڙهي ٻڌايو.**

**جواب:** استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگرانيءَ ۾ ٻارن کان مڪمل ڪرائي.

**(د) هيٺين لفظن جا هم آواز لکو ۽ ٻڌايو.**

| الفاظ | هم آواز |
|---|---|
| ڌرتيون | ڪتيون |
| پڙلاءِ | واءُ |
| ڪولي | ٻولي |
| بادل | ٽاڏل |
| سرهاڻ | مهراڻ |

(هہ) سنڌي ٻوليءَ جي گرامر ۾ ڳالهائڻ جا اُهي لفظ آهن، جن مان پهريون اسم آهي. اسم جي معنيٰ نالو آهي. اسم ڪنهن به ماڻهوءَ، جاءِ، شيءِ، ڪم، حالت ۽ خاصيت جو نالو آهي. هن سبق مان اسم ڳولي لکو.

جواب: ڪوٽ، ڏرتين، سج، چنڊ، تارا، قدرت، مهراڻ، سرهاڻ، هيرا، لعل، پن، ڪوئل، چنهب، چتون وغيره.

(و) نظم جا هيٺيان بند مڪمل ڪريو.

(i) گلن اندر سرهاڻ ڏرتين ٿيو،
موتين سان مهراڻ ڀرين ٿو،
هيرا لعل هزارا، قدرت وارا.

(ii) عجب بڻائي بجليون، بادل،
بوندون برس برس ڪن ڇاڏل،
واڄٽ ڪن وسڪارا، قدرت وارا!

(ز) هن ڏنل شعر جي سمجهاڻي لکو.

ڪوٽان ڪوٽ بڻائي، ڏرتيون،
سهڻين سج، چنڊ، تارا ڪتيون،
جن جو انت نہ پارا، قدرت وارا.

جواب: هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ اي طاقت وارا الله سائين! تو زمين جا فرش وڇايا، سج، چنڊ، تارا ۽ ڪتيون بنايا جن جو ڳاڻيٽو، حد ۽ حساب ڪنهن کي معلوم نہ آهي.



## سبق ٻيو

# نبي اڪرم
## صلي الله عليه وعلي آله واصحابه وسلم

### ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| والده | ماءُ | سلڇڻا | سني اخلاق وارا |
| سانگي | واسطي | زيارت | ديدار، ملاقات |
| حاسد | حسد ڪرڻ وارو | صلاح | مشورو |
| رواج | عام رسم، دستور | پيغام | نياپو |
| صادق | سچار | امين | امانتدار |
| واپار | ڪاروبار | هجرت | لڏڻ |
| ڄاڻي | ڄان جا | مطابق | متعلق، ان جهڙو |
| تبليغ | پرچار | آخرڪار | نيٺ |

| پوڄا | عبادت | شفقت | رحم |
| --- | --- | --- | --- |
| مطابق | متعلق، ان جهڙو | | |

## ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

حضرت محمد صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن مڪي شريف ۾ ڄاوا. عرب جي رواج مطابق ڪين ٿڃ پيارڻ لاءِ دائي حليمہ جي حوالي ڪيو ويو. پاڪ ڪريم صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن ننڍي هوندي کان ئي سلڇڻا، سچار ۽ ايماندار هئا. سدائين غور ۽ فڪر ۾ رهندا هئا. هڪ ڀيري پاڪ سڳورا صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن پنهنجي چاچي حضرت ابو طالب سان واپار سانگي شام پئي ويا، تہ واٽ تي بحيرا نالي راهب مٿن ڪڪر جي ڇانو ڏسي ٽڪريءَ تان لهي آيو. هن پاڪ سڳورن صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جي زيارت ڪئي ۽ نبوت جي مهر ڏٺي. ان کان پوءِ حضرت ابو طالب کي چيائين تہ هي ٻار نبي ٿيندو، پوءِ ڪيس صلاح ڏنائين تہ توهين واپس وڃو، متان شام جا حاسد يهودي، هن معصوم کي ڪو نقصان نہ پهچائين.

پاڪ سڳورا صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جڏهن چاليهہ سالن جا ٿيا تہ ڪين غار حرا ۾ جبرائيل امين نبوت جو پيغام آڻي پهچايو، پوءِ ٽيويهہ سال قرآن پاڪ مٿن نازل ٿيندو رهيو. پاڪ ڪريم صلي الله عليہ وعليٰ آلہ



واصحابہ وسلم تبليغ ڪندا رهيا قرآن شريف ۾ الله تعاليٰ پاران هي حڪم ٿيو تہ: الله تعاليٰ کي هڪ ڪري مڃو، ان سان گڏ ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪريو ۽ ٻتن جي پوڄا نہ ڪريو.

پاڪ سڳورن صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جي انهن ڳالهين تي مڪي جا ڪافر سندن جاني دشمن ٿي پيا، ڪين ۽ سندن ساٿين کي طرح طرح جون تڪليفون ڏيڻ لڳا. آخرڪار پاڪ ڪريم صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم الله تعاليٰ جي حڪم سان مڪي مان هجرت ڪري، مديني ۾ اچي رهيا. مڪي جي ڪافرن اتي بہ ڪين آرام سان رهڻ نہ ڏنو ۽ ڪيترين ئي جنگيون لڳيون، جن ۾ بدر، اُحد، خندق ۽ خيبر مشهور آهن. جڏهن مڪو فتح ٿيو تہ پاڪ سڳورن پنهنجي جاني دشمن کي بہ معاف ڪري ڇڏيو. سندن اهڙي شفقت ڏسي ڪيترائي ماڻهو اسلام ۾ داخل ٿي ويا.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1** نبي ڪريم صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن کي ٿڃ پيارڻ لاءِ ڪنهن جي حوالي ڪيو ويو؟

**جواب:** عرب جي رواج مطابق، پاڪ سڳورن صلي الله

عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم کي ٽج پيارڻ لاءِ بيبي حليمہ رضي الله تعاليٰ عنها جي حوالي ڪيو ويو.

**سوال نمبر:2 نبي ڪريم صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن کي نبوت جو پيغام ڪنهن پهچايو؟**

جواب: نبي ڪريم صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن کي نبوت جو پيغام جبرائيل امين پهچايو.

**سوال نمبر:3 پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن ڪهڙي تبليغ ڪئي؟**

جواب: پاڻ ڪريم صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن اها تبليغ ڪئي تہ: الله تعاليٰ کي هڪ ڪري مڃو، ان سان گڏ ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪريو ۽ بتن جي پوڄا نہ ڪريو.

**سوال نمبر:4 حضور صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن مڪي مان مديني ڏانهن هجرت ڇو ڪئي؟**

جواب: حضور صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن مڪي مان مديني ڏانهن هجرت ان ڪري ڪئي، جو مڪي جا ڪافر سندن جاني دشمن ٿي پيا ۽ ڪين ۽ سندن اصحابن کي تڪليفون ڏيڻ لڳا هئا.



**سوال نمبر:5 حضور صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن جي زندگي مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟**

جواب: حضور صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن جي زندگي مان اسان کي اهو سبق ملي ٿو تہ اسين الله تعاليٰ کي هڪ ڪري مڃون، سٺا اخلاق ڌاريون، سچ ڳالهايون، ٻين جو احترام ڪريون ۽ ضرورتمندن جي مدد ڪريون.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولي لکو.**

رواج _ حاسد _ صلاح _ پيغام _ تبليغ

**جواب:** مٿين لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو.

**(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو.**

**جواب:**

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| نقصان | فائدو | جنگ | امن |
| آخري | پهريون | دشمن | دوست |
| فتح | شڪست | ڇانو | اس |

**(د) ٻارو، اکرن جي معنيٰ واري ميڙ کي لفظ چئبو آهي، لفظن جي ترتيب وار ميڙ کي جملو چئبو آهي.**

سبق ٽيون

# حضرت خديجة الڪبريٰ

## رضي الله تعاليٰ عنها

### ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| معزز | عزت واري | پيغام | نياپو |
| نياڻي | ڌيءَ | مددگار | ٻانهن ٻلي |
| پيءُ | والد | رحمدل | رحم واري |
| قبول | منظور | نهايت | بيحد، تمام گهڻو |
| طاهره | پاڪ | عقلمند | عقل واري، سياڻي |
| هميشه | سدائين | ساراهه | تعريف |
| ڏک | غم | زماني | وقت |
| هلڪو | گهٽ | غلام | ٻانهو |
| اول | پهريائين | آڇ | پيشڪش |
| ڄمار | عمر | بهتر | وڌيڪ چڱو |
| ڪردار | هلت چلت | لاچار | بي وس، مجبور |
| ورهين | سالن | ورثي | ملڪيت |
| هڪدم | يڪدم، ان وقت | ساراهه | تعريف |



## ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

حضرت خديجة الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها مڪي جي هڪ معزز واپاري خويلد جي اڪيلي ڌيءَ هئي، والد جي وفات کان پوءِ سموري ملڪيت سندس ورثي ۾ آئي. والد جي وفات بعد بيبي سگهوري واپار جاري رکيو ۽ سندس مال شام ۽ يمن ڏانهن ويندو هو.

ان وقت حضور نبي ڪريم صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن جو نالو ايمانداري ۽ سچائي جي ڪري مشهور هو. بيبي صاحبہ ڪين شام ملڪ ڏانهن واپار ڪرڻ جي آڇ ڪئي. جيڪا پاڻ صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم قبول ڪيائون. بيبي صاحبہ ساڻن گڏ پنهنجي غلام ميسره بہ روانو ڪيو.

جڏهن غلام ميسره حضور صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن جي اخلاق ۽ ديانتداريءَ جي ساراهہ ڪئي تہ بيبي صاحبہ حضور صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن کي شاديءَ جو پيغام موڪليو، جو پاڻ قبول ڪيائون. بيبي صاحبہ بيوه هئي ۽ ان وقت سندس عمر چاليهہ ورهيہ هئي ۽ پاڻ ڪريمن جي عمر پنجويهہ سال هئي، حضور صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن فرمايو آهي تہ بيبي خديجة رضي الله تعاليٰ عنها منهنجي بيبين مان سڀ کان وڌيڪ بهتر هئي بيبي

صاحبہ جي وفات کان پوءِ پاڻ سڳورا صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم کين هميشہ ياد ڪندا هئا. بيبي صاحبہ پنجهٺ ورهين جي ڄمار ۾ وفات ڪئي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 بيبي خديجة الڪبريٰ رضي الله عنها جي سهڻي ڪردار سبب ماڻهو ڪيس ڪهڙي لقب سان سڏيندا هئا؟**

جواب: حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ رضي الله عنها جي سهڻي ڪردار سبب ماڻهو ڪيس طاهره جي لقب سان سڏيندا هئا.

**سوال نمبر:2 بيبي خديجة رضي الله تعاليٰ عنها جي والد جو نالو ڇا هو؟**

جواب: حضرت بيبي خديجة رضي الله تعاليٰ عنها جي والد جو نالو خويلد هو.

**سوال نمبر:3 عورتن ۾ سڀ کان اول نبي پاڪ صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم تي ڪنهن ايمان آندو؟**

جواب: عورتن ۾ سڀ کان اول نبي پاڪ صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم تي حضرت بيبي خديجة



الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها ايمان آندو.

**سوال نمبر:4 بيبي خديجة الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها اسلام جي ڪهڙي خدمت ڪئي؟**

جواب: بيبي خديجة الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها هر وقت پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جي قدم قدم تي اسلام جي خدمت لاءِ پيش پيش هوندي هئي. خاص طور تي ايماني ۽ مالي خدمت جي باري ۾ حضور صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن فرمايو آهي تہ جڏهن ماڻهو مون کي نبي ڪري نہ مڃيندا هئا تڏهن هن مون تي ايمان آندو ۽ جڏهن مون وٽ ڪجهہ بہ نہ هو تڏهن هن پنهنجي مال سان منهنجي مدد ڪئي.

**سوال نمبر:5 پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم بيبي صاحبہ بابت ڇا فرمايو آهي؟**

جواب: پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم بيبي صاحبہ بابت فرمايو آهي تہ بيبي خديجة الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها منهنجي سڀني بيبين کان بهتر هئي.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ لکو.**

معزز _ عقلمند _ ڄمار _ بهتر _ لاچار

جواب: استاد صاحب مٿين مشق پنهنجي نگراني ۾

مڪمل ڪرائي.

(ج) حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها بابت ڪي ٻه ڏهه جملا لکو.

جواب: حضرت بيبي خديجة الڪبريٰ رضي الله تعاليٰ عنها مڪي جي شريف ۽ معزز خاندان مان هئي. پاڻ نهايت رحمدل ۽ عقلمند عورت هئي. ماڻهو سندس سهڻي ڪردار جي ڪري کيس طاهره جي لقب سان ياد ڪندا هئا. پاڻ هوشيار ۽ ايماندار ماڻهن کي پائيواري تي مال ڏئي شام ۽ يمن ڏانهن واپار لاءِ موڪليندي هئي. بيبي صاحبه حضرت محمد صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم جي ايمانداري ڏسي کين شام ملڪ واپار لاءِ وڃڻ جي آڇ ڪئي. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم جي ايمانداري کان متاثر ٿي کين شادي جي آڇ ڪيائون. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم سان شادي وقت سندس عمر 40 سال هئي. پاڻ عورتن ۾ سڀ کان اول ايمان آندو، کين نبي سڳورن صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم جن سان بي پناهه محبت هئي. پاڻ سڄي زندگي پاڻ سڳورن صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم جي خدمت ڪيائون.



(د) هيٺين لفظن جا جمع ٺاهيو:

جواب:

| لفظ | جمع | لفظ | جمع |
|---|---|---|---|
| بيبي | بيبيون | شادي | شاديون |
| آڇ | آڇون | ڳالهه | ڳالهيون |

(ھ) هيٺ ڏنل عبارت کي درست اچار سان پڙهو، سمجهو ۽ هيٺ ڏنل سوالن جا جواب ڏيو:

وڏن جي عزت ڪرڻ ۽ ننڍن سان پيار ڪرڻ هڪ سُٺو عمل آهي. ڪاوڙ ڪرڻ ۽ نفرت ڪرڻ سان ماڻهوءَ جو وڏو نقصان ٿئي ٿو. ڏکئي وقت ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ سُٺي ڳالهه آهي.

**سوال نمبر:1 ڪاوڙ ڪرڻ سان ڇا ٿو ٿئي؟**

جواب: ڪاوڙ ڪرڻ سان ماڻهوءَ جو وڏو نقصان ٿئي ٿو.

**سوال نمبر:2 اسان کي ڏکئي وقت ۾ ٻين سان ڪهڙو سلوڪ ڪرڻ گهرجي؟**

جواب: اسان کي ڏکئي وقت ۾ هڪ ٻئي جي مدد ڪرڻ گهرجي.

## سبق چوٿون

# اسان جو نبي

## صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم (نعت)

### نون لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| پيارو | وڻندڙ | جيءُ | جان، حياتي |
| سدا | هميشه، سدائين | جيارو | جياريندڙ |
| ساڻ | سان | جهان | دنيا |
| نور | روشني | سارو | سڄو |
| ٻڏا | غرق ٿيا | ڪنڌي | ڪنارو |



| | | | |
|---|---|---|---|
| ڪنارو | ڪپر | اجهو | گهر |
| اوٽ | سهارو | آسرو | سهارو |
| شان | عزت | سونهارو | خوبصورت |
| موچارو | سهڻو | گناهه | خراب ڪم |

### نعت جي سمجهاڻي

خدا جو پيارو، اسان جو نبي ﷺ،
سدا جيءُ جيارو، اسان جو نبي ﷺ.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر حڪيم فتح محمد سيوهاڻي چوي ٿو ته اسان جو نبي پاڪ الله تعاليٰ جو پيارو نبي آهي ۽ جيءُ جياري ڇڏڻ وارو آهي.

اچڻ سان تنهن جي ٿيو روشن جهان،
آهي نور سارو، اسان جو نبي ﷺ.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اسان جو نبي سڄورو نور ئي نور آهي، سندس اچڻ سان سڄو جهان روشن ٿي ويو.

ٻڏا جي گناهن ۾ تن لاءِ ٿيو،
ڪنڌي ۽ ڪنارو، اسان جو نبي ﷺ.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته جيڪي انسان گناهن ۾ غرق هئا ۽ ڀٽڪيل هئا اسان جو پيارو نبي اهڙن انسانن لاءِ به رحمت ۽ نجات ڏيندڙ بڻجي ويو.

غــريبن اجهــو، اوٽ ۽ آســرو،
وڏي شــان وارو، اســان جــو نبــي ﷺ.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ اسان جو نبي پاڪ صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم غريبن ۽ بي سهارن جو مددگار ۽ سهارو آهي ۽ سندن شان تمام اعليٰ آهي.

نبــين ۾ پويــون، نبــي پــاڪ ٿيــو،
ســونهارو، موچــارو اســان جــو نبــي ﷺ.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ اسان جو نبي پاڪ صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم سيني نبين ۾ آخري نبي آهي ۽ بي شڪ شان ۽ مان ۾ سيني کان افضل نبي آهي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

سوال نمبر:1 هن نعت مان اوهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ پسند اچي ٿو؟

جواب: هن نعت ۾ اسان کي هيٺيون بند وڌيڪ پسند اچي ٿو.

ٻــڏا جــي گنــاهن ۾ تــن لاءِ ٿيــو،
ڪنــڌي ۽ ڪنــارو، اســان جــو نبــي ﷺ.



سوال نمبر:2 اوهان کي اهو بند ڇو ٿو وڻي؟

جواب: اسان کي اهو بند ان لاءِ ٿو وڻي ڇاڪاڻ تہ هن بند ۾ گنهگار جي بخشش جي ڳالهہ ڪيل آهي. انسان اڪثر گناهن ۾ مشغول ٿي ويندو آهي پر پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جي اُمتي هئڻ جي ڪري توبهہ تائب ٿئي تہ پاڻ سڳورا سندس شفاعت جو سبب بڻجندا.

سوال نمبر:3 نبين ۾ آخري نبي ڪير آهي؟

جواب: نبين ۾ آخري نبي حضرت محمد صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم آهي.

سوال نمبر:4 شاعر غريبن جو اجهو ۽ آسرو ڪنهن لاءِ چيو آهي؟

جواب: شاعر غريبن جو اجهو ۽ آسرو پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن لاءِ چيو آهي.

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

موچارو _ سدا _ جيارو _ اوٽ _ جهان

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ ۽ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا.

| (i) موچارو | اسان جو نبي صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم سيني کان موچارو نبي |
|---|---|

| | |
|---|---|
| | آهي. |
| (ii) سدا | الله تعاليٰ توهان کي سدا خوش حال رکي. |
| (iii) جيارو | پاڻ سڳورا صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم سدا جيءَ جيارو نبي آهي. |
| (iv) اوٽ | پاڻ سڳورا صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن قيامت جي ڏينهن الله تعاليٰ جي حڪم سان گنهگار مسلمانن جي اوٽ ٿيندا. |
| (v) جهان | پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جي اچڻ سان هيءَ جهان روشن ٿيو. |

(ج) هيءَ نعت سُر ۽ لئہ سان پڙهي ٻڌايو:

جواب: استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾ مڪمل ڪرائي.

(د) هڪ جهڙن آوازن وارا يعني هم قافيا لفظ ڳولهيو:

جيئن: پيارو ــــ جيارو

نيارو ــــ سيارو

وارو ــــ تارو

سونهارو ــــ ڦونهارو



(هہ) هيٺ ڏنل شعر جي سمجهاڻي ٻڌايو:

غريبن اجهو، اوٽ ۽ آسرو،

وڏي شان وارو، اسان جو نبي صہ.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تہ اسان جو نبي پاڪ صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم غريبن ۽ بي سهارن جو مددگار ۽ سهارو آهي ۽ سندن شان تمام اعليٰ آهي.

(و) نبي ڪريم صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جن جي ٻارن سان شفقت جي عنوان تي گهٽ ۾ گهٽ ٻن منٽن جي تقرير ڪريو.

جواب: استاد صاحب ٻارن کي تقرير لکرائي ياد ڪرائي ۽ پوءِ ٻارن جي سامهون تقرير ڪرائڻ لاءِ رهنمائي ڪري.

نوٽ: نبي سڳوري صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جي ساراهہ ۾ چيل بيت کي "نعت" چئبو آهي.

سبق پنجون

# شب قدر

## ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ڀلاري | ڀلي، سٺي | ڀلي | سٺي |
| شاهدي | گواهي | سلامتي | امن |
| ڄمارون | عمريون | عطا | بخشش |
| ڪثرت | گهڻائي | ڏهاڪي | ڏهه ڏينهن |
| تلاش | ڳولڻ | توفيق | طاقت |
| انور | روشن | ارشاد | حڪم |
| بيشڪ | ضرور، برابر | شب قدر | قدر واري رات، فضيلت واري رات |
| مخلوق | خلق | فجر | صبح سوير، پرهه ڦٽي |

## ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

رمضان جي ڀلاري مهيني جي سيني راتين مان شب قدر سيني کان ڀلي رات آهي. جنهن کي ليلة القدر به چوندا آهن. جنهن لاءِ قرآن پاڪ ۾ ارشاد باري تعاليٰ آهي



ته شب قدر جي رات هزار مهينن کان ڀلاري آهي. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم فرمايو آهي ته شب قدر ۾ عبادت جو ثواب هزار مهينن جي عبادت کان به بهتر آهي. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم جن وڌيڪ فرمايو ته هن رات کي رمضان شريف جي آخري ڏهاڪي جي اکي يعني 21، 23، 25، 27، ۽ 29 هين راتين ۾ تلاش ڪرڻ گهرجي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 قرآن پاڪ کي الله تعاليٰ ڪهڙي رات ۾ نازل ڪيو؟**

**جواب:** قرآن پاڪ کي الله تعاليٰ شب قدر ۾ نازل ڪيو.

**سوال نمبر:2 قرآن پاڪ ۾ شب قدر لاءِ ڪهڙو ارشاد آهي؟**

**جواب:** قرآن پاڪ ۾ شب قدر لاءِ ارشاد آهي ته "بيشڪ اسان هن (قرآن) کي قدر جي رات ۾ لاٿو ۽ توکي (اي نبي صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم) ڪهڙي خبر ته قدر جي رات ڇا آهي. قدر جي رات هزار مهينن کان بهتر آهي. ان ۾ فرشتا ۽ روح (جبرائيل) پنهنجي رب جي

حڪم سان لهن ٿا. اها رات صبح ٿيڻ تائين سلامتي واري هوندي آهي.

**سوال نمبر:3 شب قدر کي رمضان شريف جي ڪهڙي ڏهاڪي ۾ ڳولڻ گهرجي؟**

جواب: شب قدر کي رمضان شريف جي آخري ڏهاڪي جي اکي تاريخن جي راتين ۾ ڳولڻ گهرجي.

**سوال نمبر:4 عام طور مسلمان شب قدر رمضان مهيني جي ڪهڙيءَ تاريخ تي ملهائيندا آهن؟**

جواب: عام طور مسلمان شب قدر رمضان مهيني جي 27 تاريخ تي ملهائيندا آهن.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

شب قدر _ فجر _ بيشڪ _ مخلوق _ ارشاد

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ ۽ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو. جملا هيٺ ڏجن ٿا.

| | |
|---|---|
| (i) شب قدر | شب قدر هزار مهينن کان بهتر آهي. |
| (ii) فجر | شب قدر فجر وقت (يعني پره ڦٽي) تائين هوندي آهي. |
| (iii) بيشڪ | بيشڪ الله تعاليٰ قرآن مجيد کي شب قدر ۾ نازل فرمايو آهي. |
| (iv) مخلوق | تمام مخلوق جو پيدا ڪندڙ الله تعاليٰ |



| | |
|---|---|
| | آهي. |
| (v) ارشاد | پاڻ سڳورن صلي الله عليہ وعليٰ آلہ واصحابہ وسلم جو ارشاد مبارڪ آهي تہ اها رات رمضان شريف جي آخري ڏهاڪي جي اکي راتين مان هڪ رات آهي. |

**(ج) هيٺ ڏنل لفظن کي تير وسيلي ساڳي معنيٰ وارن لفظن سان ملايو:**

| لفظ | ساڳي معنيٰ وارا لفظ |
|---|---|
| عطا فرمائي | سگهه |
| توفيق | بندگي |
| عبادت | رات |
| شب | ڳولا |
| تلاش | بخشي |

**(د) هيٺ ڏنل جملن ۾ اسم خاص وارن لفظن هيٺان ليڪ ڏيو:**

(الف) رمضان مهيني جي هر رات ۽ هر ڏينهن ڀلارو آهي.

(ب) شب قدر سيني راتين ۾ ڀلاري رات آهي.

(ج) هالا شهر ۾ جنڊيءَ جو سامان ٺهي ٿو.

(د) سنڌو ندي، پاڪستان جي وڏي ندي آهي.

(ھ) مرڪب جملا:

(i) دلاور گھر ويٺو آھي ۽ اسلم ٻاھر ويو آھي.

(ii) ھيڊ ماسٽر صاحب پاڙھ ايندو يا ان جو ڪو استاد ايندو.

مٿين جملن مان ھر ھڪ جملي جا ٻہ ڀاڱا آھن، جن ۾ ٻہ فعل آھن ۽ انھن ٻنھي جملن جو خيال توڙي مطلب ٻہ ھڪ ٻئي کان ڌار آھي. پر اھي ٻئي ڀاڱا پھرين جملي ۾ "۽" ۽ ٻئي جملي ۾ "يا" حرف جملن وسيلي ڳنڍيجي مرڪب جملو ٿين ٿا. جيڪڏھن انھن مان حرف جملو ڪڍي ڇڏيو تہ ٻئي جملا جدا معنيٰ ۽ مطلب وارا مفرد جملا ٿي پوندا. جن جو ھڪ ٻئي سان ڪو بہ واسطو نہ رھندو. اھڙن جملن کي مرڪب جملا چئبو آھي. اوھين ڪي بہ ٽي مرڪب جملا لکو.

(i) مون ماني کاڌي ۽ فيصل ميوو کاڌو

(ii) اڄ اليڪشن جو ڏينھن آھي دودو کٽيندو يا چنيسر، شام تائين نتيجو ظاھر ٿيندو.

(iii) عبدالحسيب ڪار تي اسلام آباد ويو ۽ عبدالله جھاز تي اسلام آباد ويو.



## سبق ڇھون

# مخدوم نوح رح

### ☸ نون لفظن جي معنيٰ ☸

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ڀلاري | نيڪ | خوش نصيب | سٺن ڀاڳن وارو |
| ٻانھا | ٻندا، غلام | مرتبو | درجو، رتبو |
| مقام | ھنڌ | احترام | ادب |
| پرک | پروڙ، آزمائش | نذرانو | سوکڙي |
| مشھور | مقبول | اول | پھريون |
| عام فھم | سيئي سمجھي سگھن | ورتاءُ | سلوڪ، رويو |
| سرشتو | نظام | عداوت | دشمني |
| رنج | ڏک | رحلت | وفات |
| ساڙ | حسد | خاندان | ڪٽنب، گھراڻو |
| صديق | سچار، سچو | تبليغ | مذھبي پرچار |
| انصاف | عدل | حيران | وائڙو |
| صالح | نيڪ | فيض | فائدو |
| مفسر | قرآن شريف | | |

| | جي تشريح ڪرڻ وارو | | |
|---|---|---|---|

## ☸ سبق جو حاصل مطلب ☸

سنڌ جي سرزمين ڪيترائي بزرگ، ولي ۽ صالح ٻانهآ پيدا ڪيا آهن، جن ۾ مخدوم نوح رح جو وڏو مرتبو ۽ مقام آهي. سندن خاندان، پهرئين خليفي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه مان آهي. مخدوم صاحب جن جا وڏا تبليغ جي اُرادي سان ملتان جي ويجهو ڪوٽ ڪروڙ ۾ اچي آباد ٿيا. بعد ۾ هو لڏي اچي هالاڪنديءَ ۾ رهيا، جنهن کي هاڻي پراڻا هالا چون ٿا. مخدوم نوح رح جن 27 رمضان، سن 911 هجريءَ مطابق جمعي جي رات ڄاوا. سندن والد مخدوم نعمت الله، مٿن لطف الله نالو رکيو، ڪين پوءِ سرور نوح به سڏيو ويو. ستن ورهين جي عمر ۾ ڪين قرآن پڙهڻ لاءِ ويهاريو ويو.

هڪ پيري ٿني ۾ ڪيترائي عالم ۽ طالب سندن علمي لياقت پرکڻ لاءِ اچي گڏ ٿيا. هڪ آيت جون ايتريون ته معنائون ڪيائون. جو سڀ حيران ٿي ويا. سندن گاديءَ کي اڄ به "نو لکي گوڏڙي" چيو وڃي ٿو. پاڻ ڪنهن حاڪم، زميندار يا مريد کان نذرانو نه وٺندا هئا. سندن تبليغ تي هزارين غير مسلم مسلمان ٿيا. پاڻ وقت جا مفسر، محدث ۽ عظيم شاعر به هئا. پاڻ سڀ کان پهرين



قرآن شريف جو فارسي ٻوليءَ ۾ ترجمو ڪيائون. سندن ڪجهه سنڌي بيت به مليا آهن. پاڻ هر ڪنهن سان هڪجهڙو ورتاءُ ڪندا هئا. پنهنجن مريدن کي دوست سڏيندا هئا. سندن جماعت کي "سروري جماعت" چيو وڃي ٿو. سندن رحلت 27 ذوالقعد 997 هجريءَ ۾ ٿي.

## ☸☸☸ مشق ☸☸☸

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 مخدوم نوح رح اسلام جي ڪهڙي خليفي جي خاندان مان آهن؟**

**جواب:** مخدوم نوح رح اسلام جي پهرين خليفي حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي خاندان مان آهن.

**سوال نمبر:2 مخدوم نوح رح کي صديقي چو ٿو سڏيو وڃي؟**

**جواب:** مخدوم نوح حضرت ابوبڪر صديق رضه جي خاندان مان آهن تنهن ڪري ڪين صديقي سڏيو وڃي ٿو.

**سوال نمبر:3 مخدوم نوح رح جي جماعت کي "سروري جماعت" ڇا لاءِ سڏيو وڃي ٿو؟**

**جواب:** مخدوم نوح رح کي سرور نوح به سڏيو

ويندو آهي تنهن ڪري سنڌن جماعت ڪي سروري جماعت سڏيو وڃي ٿو.

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| خاندان | گهراڻو | مخدوم نوح رح جو تعلق حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنه جي خاندان سان هو. |
| مرتبو | درجو، رتبو | مخدوم نوح رح جو وڏو مرتبو آهي. |
| حيران | اچرج | مخدوم نوح رح هڪ آيت جون ڪئي معنائون ٻڌائي سيني کي حيران ڪري ڇڏيو. |
| انصاف | عدل | مخدوم نوح رح عام ماڻهن کي حاڪمن کان انصاف وٺي ڏيندا هئا. |
| رحلت | لاڏاڻو | مخدوم نوح رح جي رحلت 27 ذي القعد 997هه ۾ ٿي. |

(ج) هيٺ ڏنل خال ڀريو:

(i) مخدوم نوح رح ننڍي ڪنڊ ۾ سڀ کان اول .......... جو فارسي زبان ۾ ترجمو ڪيو.

جواب: قرآن مجيد



(ii) مخدوم نوح رح جي آخري آرامگاهه .......... آهي.

جواب: هالا نوان ۾

(iii) مخدوم نوح رح هر ڪنهن سان .......... ورتاءُ ڪندا هئا.

جواب: هڪجهڙو

(د) اسم جا گڻ ۽ اوگڻ ڏيکاريندڙ لفظ صفت سڏبا آهن.

اوهان اهڙا پنج صفت وارا لفظ ٻڌايو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو:

جيئن: سٺو ڇوڪر، خراب ميوو

| صفت جا لفظ | جملي ۾ استعمال |
|---|---|
| (i) ڏکو ماڻهو | اڄ مون تمام ڏکو ماڻهو ڏٺو. |
| (ii) سست شاگرد | اڪرم اسان جي ڪلاس ۾ سڀني کان وڌيڪ سست شاگرد آهي. |
| (iii) هوشيار ڇوڪرو | عبدالحسيب هوشيار ڇوڪرو آهي. |
| (iv) ڪٽو انب | مون ڪٽو انب کاڌو. |
| (v) ٿلهو ماڻهو | ٿلهو ماڻهو روڊ تي هلندي ڪري پيو. |

(ھ) هيٺ ڏنل نوان لفظ ڻاهيو:

جيئن: ستون، سَتين، سَتِين

| ايڪٽيهون | ايڪٽيهين | ايڪٽيهِين |
| --- | --- | --- |
| ٻٽيهون | ٻٽيهين | ٻٽيهِين |
| ٽيٽيهون | ٽيٽيهين | ٽيٽيهِين |
| چوٽيهون | چوٽيهين | چوٽيهِين |
| پنجٽيهون | پنجٽيهين | پنجٽيهِين |
| ڇٽيهون | ڇٽيهين | ڇٽيهِين |
| ستٽيهون | ستٽيهين | ستٽيهِين |
| اٺٽيهون | اٺٽيهين | اٺٽيهِين |
| اوڻيتاليهون | اوڻيتاليهين | اوڻيتاليهِين |
| چاليهون | چاليهين | چاليهِين |

(و) هيٺ ڏنل عبارت پڙهي ڇئن سوالن جا جواب ڏيو:

ڳوٺ جا ماڻهو صبح جو سوير اٿندا آهن. نيرن ڪري پنهنجي ڪم ڪار سان لڳي ويندا آهن. ڪجهه ماڻهو پنهنجو ڌنڌو ۽ ڪاروبار ڪرڻ لاءِ ويندا آهن، ڪجهه ماڻهو ٻنيءَ تي به ويندا آهن. شام جو هر ڪو پنهنجي ڪم ڪار تان موٽندو آهي ۽ ٻار راند جي ميدان تي راند ڪيڏندا آهن. پکي آکيرن ڏانهن موٽندا آهن. ڳوٺن ۾ شام جو منظر ڏاڍو وڻندڙ هوندو آهي.



**سوال نمبر:1 ڳوٺ جا ماڻهو ڪهڙي مهل اٿندا آهن؟**

جواب: ڳوٺ جا ماڻهو صبح جو سوير اٿندا آهن.

**سوال نمبر:2 شام جي وقت ٻار ڇا ڪندا آهن؟**

جواب: شام جي وقت ٻار ميدان تي راند ڪندا آهن.

**سوال نمبر:3 نيرن ڪهڙي مهل ڪبي آهي؟**

جواب: نيرن صبح جو ڪبي آهي.

**سوال نمبر:4 صبح جو سوير اٿڻ مان ڪهڙو فائدو آهي؟**

جواب: صبح جو سوير اٿڻ مان هي فائدو آهي ته ماڻهو پنهنجي ڪم ڪار ۾ ڌنڌي سان سوير لڳي ويندا آهن.

**سوال نمبر:5 ڳوٺ جو منظر شام جي وقت ڪيئن لڳندو آهي؟**

جواب: ڳوٺ جو منظر شام جي وقت ڏاڍو وڻندڙ هوندو آهي.

سبق ستون

# زندگيءَ جو مقصد

## ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| غور | سوچ | زندگي | حياتي |
| مقصد | مطلب | ڏاهي | عقلمند |
| انجنيئر | ماهر تعميرات | ارادو | نيت |
| سائنسدان | سائنس جو ماهر | کوٽ | گهٽتائي |



| وانگر | جيان | پيشو | ڏنڌو |
|---|---|---|---|
| ماڻي | حاصل ڪري | الله واهي | الله حافظ |
| ستو | پلو | ترقي | واڌارو |
| حيثيت | سگهه، پهچ | شمسي توانائي | سج کان حاصل ڪيل توانائي |
| صحت مند | تندرست | مکيه | اهم |
| مستقبل | آئنده | جدت | نواڻ |

## ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

استاد شاگردن سان زندگي جي مقصد تي ڳالهائي رهيو آهي ۽ ڪائڻ اهو پڇي رهيو آهي ته اهي مستقبل ۾ ڇا بنجڻ چاهيندا، ماروي ڊاڪٽرياڻي بڻجي ملڪ جي ماڻهن جي خدمت ڪرڻ چاهي ٿي. عابد انجنيئر ٿي پڪا رستا، عمارتون ۽ پليون ناهي ملڪ کي ترقي وٺرائڻ چاهي ٿو. قاسم سائنسدان ٿي ماڻهن جي سهولت لاءِ نيون نيون شيون ناهڻ چاهي ٿو. نوري استاد ٿيڻ چاهي ٿي. جڏهن ته ساجن غريب هئڻ جي ڪري چوي ٿو ته اهو اڳتي نه پڙهندو ۽ نائب قاصد ٿيندو. استاد صاحب ساجن کي سمجهائي ٿو ته نائب قاصد به معاشري جو هڪ ڪارگر فرد آهي پر هو به پڙهي لکي ڪنهن سٺي عهدي تي پهچي سگهي ٿو.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 مارئيءَ پنهنجي زندگيءَ جو ڪهڙو مقصد ٻڌايو؟**

جواب: مارئي ٻڌايو تہ هو ڊاڪٽرياڻي بڻجي ملڪ جي ماڻهن جو علاج ڪري سندن خدمت ڪرڻ چاهي ٿي.

**سوال نمبر:2 عابد انجنيئر ڇو ٿيڻ چاهي ٿو؟**

جواب: عابد انجنيئر ان ڪري ٿو ٿيڻ چاهي تہ جيئن هو پڪا رستا، عمارتون ۽ پليون ٺاهي ملڪ کي ترقي وٺرائي سگهي.

**سوال نمبر:3 قاسم، سائنسدان بڻجي ڇا ڪرڻ ٿي چاهيو؟**

جواب: قاسم سائنسدان بڻجي نيون نيون شيون ٺاهڻ ۽ بجلي جي کوٽ پوري ڪرڻ لاءِ شمسي توانائي ۽ ڪوئلي مان گهٽ خرچ وارا بجلي گهر ٺاهڻ ٿو چاهي.

**سوال نمبر:4 زندگيءَ جو مقصد ڪهڙيءَ ريت حاصل ڪري سگهجي ٿو؟**

جواب: علم حاصل ڪري محنت ڪرڻ سان زندگي جو مقصد حاصل ڪري سگهجي ٿو.



**(ب) هيٺين لفظن جي معنيٰ لکي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| لفظ | معنيٰ | جملا |
|---|---|---|
| ترقي | واڌارو | صرف تعليم سان ئي ترقي ممڪن آهي. |
| مکيہ | اهم، خاص | ڪنهن بہ قوم جي تباهي جو مکيہ ڪارڻ تعليم ۾ پٺتي هئڻ هوندو آهي. |
| شمسي توانائي | سج جي توانائي | اڄ ڪلھ شمسي توانائي تي هلندڙ بجلي گهر بہ ٺاهيا پيا وڃن. |
| صحتمند | ڇڱو ڀلو | صحتمند رهڻ لاءِ ضروري آهي تہ ماڻهو صاف سٿرو رهي. |
| فرد | ماڻهو | هر معاشري ۾ سٺا ۽ خراب فرد موجود هوندا آهن. |

**(ج) سوشل ميڊيا تي اوهان ڪهڙي معلومات حاصل ڪندا آهيو؟ انهيءَ بابت لکو.**

جواب: سوشل ميڊيا تي اسان انتهائي تازه ترين حالات واقعات جي باري ۾ معلومات حاصل ڪرڻ سان گڏو گڏ موقعي تي موجود تصويري معلومات بہ حاصل ڪندا آهيون.

ان کان علاوه ديني معلومات، عام معلومات، پراڻن واقعن جون ٺهيل تصويري فلمون پڻ ڏسندا آهيون جن جي ڪري تمام گهڻي معلومات ملي ويندي آهي. راندين جي بہ معلومات پڻ ملندي آهي.

(د) ”زندگيءَ جو مقصد“ جي موضوع تي گهٽ ۾ گهٽ ۾ منٽن جي تقرير ڪريو.

جواب: استاد صاحب ٻارن کي ان موضوع تي تقرير لکي ڏئي ۽ ياد ڪرائي پوءِ ٻارن جي سامهون اها تقرير دهرائي وڃي.

(هه) اوهان ڪا به نمائش ڏٺي هجي ته ان بابت ٻڌايو.

جواب: اسان حيدرآباد ۾ ڪتابن جي لڳل نمائش ۾ وياسين جتي ڪيترن ئي پبلشرن جا ڇپيل ڪتاب رکيل هئا. هر قسم جي موضوع تي لکيل ڪتاب انتهائي خوبصورت انداز ۾ سجايل هئا. اسان خاص طور تي ٻارڙن تي لکيل ڪتابن واري حصي ڏانهن وياسين اتي ٻارڙن لاءِ ڪيترائي معلوماتي ڪتاب هئا. اسان اهو ڏٺو ته ٻار ڪيترائي ڪتاب خريد ڪري رهيا هئا جن ۾ شاهه صاحب جي شاعري، ڳجهارتون، ڪهاڻيون ۽ ٻارڙن جي لاءِ ڪيل شاعري جا ڪتاب وٺڻ ۾ وڏي دلچسپي وٺي رهيا هئا. اسان به ڪجهه ڪتاب خريد ڪياسي پوءِ نمائش مان موٽي پنهنجي گهر آياسين.

(و) هيٺين لفظن جا ضد لکو:

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| کلڻ | روئڻ | پڪا | ڪچا |
| سوير | دير | غريب | امير |



(ز) هيٺ ڏنل تصوير ڏسو ۽ ان بابت ڪي به پنج جملا لکو.

جواب:

جملا: (i) ڳوٺ جي ٻاهران هڪ تلاءُ آهي.

(ii) تلاءُ ۾ بدڪون، ٻگهه پکي، ڪُمي ۽ ڪجهه پکي پاڻي ڪان ٻاهر موجود آهن.

(iii) تلاءُ جي ڪناري تي ٻارڙا راند ڪيڏي رهيا آهن.

(iv) ٻار انتهائي خوش نظر اچن ٿا.

(v) تلاءُ جي ڪپ تي خوبصورت وڻ نظر اچن ٿا.

سبق اٺون

# وطن جي حُب (نظم)

## ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| حب | سِڪ، پيار | غريب | مسڪين |
| ڏاري | رڪي | ارمان | ڏک، افسوس |
| ڳڻتي | فڪر، پريشاني | ترقي | واڌارو، سڌارو |
| عجب | حيرت | هنر | فن |
| خواهان | چاهيندڙ، خواهشمند | سڌاري | واڌاري |
| احسان | ٿورو، نيڪي | لئه | لاءِ |
| امڪان | گمان | روزگار | روزي |
| غفلت | لاپرواهي | همدردي | ڏک درد ۾ ڪم اچڻ |

## ❁ بيتن جي سمجهاڻي ❁

وطن جي حُب جي دل ۾ نه ٿي، ايمان ڪهڙو ٿيو؟
عمل ناهي جي انسان ۾، ته پوءِ انسان ڪهڙو ٿيو؟

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر نواز علي "نياز" چوي ٿو ته جنهن انسان جي دل ۾ وطن جي محبت نه آهي، ته ان جو ايمان آهي نه عمل. اهو ته انسان ئي ناهي.



اجا تائين غريبن سان، نه ڏاري ڪو جي همدردي،
غريبن لئه سندن دل ۾، پلا ارمان ڪهڙو ٿيو؟

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته جيڪڏهن اجا به غريبن سان ڪنهن کي همدردي نه آهي ته پوءِ ان جي دل ۾ غريبن جي لاءِ پلا ڪهڙو احساس هوندو؟

نه ٿي تعليم جي ڳڻتي، نه ٿي بيروزگاري گهٽ،
ترقيءَ جو اسان ۾ پوءِ وري امڪان ڪهڙو ٿيو؟

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته جڏهن اسان ۾ تعليم جي لاءِ ڪو فڪر ناهي ۽ بي روزگاري به عام آهي ته پوءِ ترقيءَ جا امڪان ڪٿان ۽ ڪهڙا پيدا ٿيندا؟

عجب آهي اجا غفلت جي آهيون ننڊ ۾ اڄ ڀي!
اسان مان پوءِ سڌاري جو، تڏهن خواهان ڪهڙو ٿيو؟

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته حيرت آهي اسين اجا غفلت جي ننڊ ۾ ستا پيا آهيون. اسان مان ڪوبه سڌاري جو چاهيندڙ ناهي.

ڪيڏون اهڙا هنر، جو نڪري پاڪستان جو نالو،
ائين جي ڪين ڪيوسين، ملڪ تي احسان ڪهڙو ٿيو؟

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اسان کي اهڙا هنر سکڻ ۽ پيدا ڪرڻ گهرجن. جن سان ملڪ ۽ قوم جو نالو روشن ٿئي، پر جيڪڏهن اسان ائين نه ڪنداسين ته پوءِ ملڪ جي

ڪهڙي خدمت ڪنداسين.

وڏايون جي نـه پيدائش اسين، هاڻي زمينن جي،
زراعت لڏ اسان وٽ پوءِ نئون سامان ڪهڙو ٿيو؟

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو تـه جي هاڻي ۾
اسان ڪوشش ڪري زمينن جي اُپت نہ وڌائي تـه پوءِ زراعت لاءِ
اسان ڪجهہ نہ ڪيو.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 هن نظم مان اوهان کي ڪهڙو بند پسند آهي؟**

**جواب:** هن نظم مان اسان کي هي بند پسند آهي.
ڪيون اهڙا هنر، جو نڪري پاڪستان جو نالو،
ائين جي ڪين ڪيوسين، ملڪ تي احسان ڪهڙو ٿيو؟

**سوال نمبر:2 اوهان کي اهو بند ڇو ٿو وڻي؟**

**جواب:** اسان کي اهو بند ان ڪري وڻي ٿو، جو
شاعر اسان کي اهڙا هنر سکڻ ۽ پيدا ڪرڻ جي صلاح ڏئي
ٿو، جن سان ملڪ ۽ قوم جو نالو روشن ٿئي. جيڪڏهن
ائين نـه ڪنداسين تـه پوءِ ملڪ جي خدمت ڪيئن
ڪنداسين.



**سوال نمبر:3 هن نظم ۾ شاعر ڪهڙين ڪهڙين ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي؟**

**جواب:** هن نظم ۾ شاعر هيٺين ڳالهين جو ذڪر
ڪري ٿو.

- ❖ دل ۾ وطن جي حب رکجي.
- ❖ ايمان سان گڏ عمل بہ ضروري آهي.
- ❖ غريبن لاءِ همدردي رکجي.
- ❖ تعليم جي ڳٽتي ڪجي.
- ❖ هنر سکجي.
- ❖ زراعت کي وڌائجي.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

حب _ ڳٽتي _ ايمان _ ارمانُ _ غفلت _ عجب

**جواب:** لفظن جي معني الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾
ڏسندا. باقي جملا هيٺ ڏجن ٿا.

| لفظ | جملا |
|---|---|
| حب | اسان جي دل ۾ وطن جي وڏي حب موجود آهي. |
| ڳٽتي | اسان کي الحمدالله ڪابہ ڳٽتي نہ آهي. |
| ايمان | الله تعاليٰ اسان کي مضبوط ايمان عطا ڪري |

| | |
|---|---|
| | (آمين) |
| ارمان | اسان کي غريبن جو ارمان رکڻ گهرجي. |
| غفلت | جيڪو غفلت جي ننڊ ۾ هوندو اهو ڪڏهن به ترقي نه ڪري سگهندو. |
| عجب | طوطي جو ماڻهوءَ جهڙو ڳالهائڻ ٻڌي اسان کي ڏاڍو عجب لڳو. |

(ج) ٻارو هي نظم سُر ۽ لئه سان پڙهي ٻڌايو.

جواب: استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾ مڪمل ڪرائي.

(د) توهان کي ڪو قومي نغمو ياد هجي ته ٻڌايو.

جواب: "پيارا پاڪستان"

اعليٰ تنهنجو شان پيارا پاڪستان
پيارا پاڪستان اعليٰ تنهنجو شان

1. تنهنجو جهنڊو پيارو پيارو
چمڪي جنهن ۾ چنڊ ۽ تارو
تنهنجو خاص نشان پيارا پاڪستان

2. سڀ کان تنهنجو شان نرالو
جڳ ۾ تنهنجو روشن نالو
ملڪين تنهنجو مان، پيارا پاڪستان

3. علم پرايون عزت پايون



تنهنجو شان ۽ مان وڌايون
صدقي توتان جان، پيارا پاڪستان

**(هه) "وطن جي حب" نظم مان "ايمان" لفظ جا هر آواز چونڊي لکو.**

جواب: انسان _ ارمان _ امڪان _ احسان _ سامان _ خواهان

**(و) هيٺ ڏنل شعر جي سمجهاڻي لکو.**

وڌايون جي نه پيدائش، اسين هاڻي زمينن جي،
زراعت لئه اسان وٽ پوءِ نئون سامان کهڙو ٿيو؟

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته جي هاڻي به اسان ڪوشش ڪري زمينن جي اُپت نه وڌائي ته پوءِ زراعت لاءِ اسان ڪجهه نه ڪيو.

**(ز) پنهنجي اسڪول جي هيڊ ماستر ڏانهن اسڪول جي مسئلن بابت درخواست لکو.**

**جواب:**

بخدمت جناب هيڊ ماستر صاحب
گورنمينٽ بوائز پرائمري اسڪول
جندو ديرو ضلع شڪارپور

جناب اعليٰ!

اسان عرضدار اسڪول جي مختلف ڪلاسن جا شاگرد

اوهان جي خدمت ۾ عرض ڪريون ٿا تہ سائين اسان جي اسڪول جي ڪلاسن ۾ بجلي جي لوڊشيڊنگ ڪري گرمي تمام گهڻي وڌي وئي آهي. پوري اسڪول جا شاگرد اطمينان سان تعليم حاصل نٿا ڪري سگهن، تنهن ڪري سائين جن کي عرض آهي تہ جيڪڏهن اسڪول ۾ سولر سسٽم جو بندوبست ڪيو وڃي تہ اسڪول جا شاگرد گرمي جي تڪليف کان بچي ويندا ۽ وڌي اطمينان سان تعليم حاصل ڪري سگهندا.

ان کان علاوه ٿڌي پاڻي ۽ ڪلاسن ۾ روشني جو بہ جوڳو بندوبست ناهي.

سو انهن مڙني مسئلن جي حل لاءِ توهان کي تڪليف ڏني. اميد تہ اسان جي مسئلن کي حل ڪرڻ جي مهرباني ڪندا تہ اسان اسڪول جا سڀ شاگرد اوهان کي دعائون ڪندا رهنداسين.

فقط

عرضدار

گورنمينٽ پرائمري اسڪول جندو ديرو

ضلع شڪارپور، سنڌ جا تمام شاگرد



**(ح) ”وطن جي حب“ جي عنوان تي ٽن ڪان ڇهن منٽن جي تقرير ڪريو.**

**جواب:** استاد صاحب ”وطن جي حب“ جي عنوان تي ٻارن کي تقرير لکرائي، ياد ڪرائي ۽ پوءِ ٻارن جي سامهون ساڳي تقرير ٻارن کي دهرائڻ لاءِ چوي.

**(ط) صورتخطيءَ جي لحاظ کان درست لکيل لفظن تي (✓) جو نشان لڳايو.**

| جواب: | |
|---|---|
| (i) ترقي ✓ | طرقي |
| (ii) انصان | انسان ✓ |
| (iii) امقان | اِمڪان ✓ |
| (iv) زراعت ✓ | ذراعت |

**(ي) پاڪستان جي ڪنهن بہ ماڳ / مڪان جو جيڪڏهن اوهان سير ڪيو هجي تہ ان جو احوال ٻڌايو.**

**جواب:** استاد صاحب کي گهرجي تہ هو پاڪستان جي ڪنهن بہ ماڳ / مڪان جي ڪيل سير جو احوال ٻارن کي زباني ٻڌائي.

سبق نائون

# سچل سرمت رح

## ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| سنپال | نظــــرداري، پرورش | ليک | مضمون، لکت |
| جام | سردار | فنڪار | فن جو مظاهرو ڪندڙ |
| حافظ | ياد ڪرڻ وارو | سهپ | برداشت |
| عالم | علـــم وارو، سمجهو | رواداري | حمايـــت، طرفداري، لحاظ |
| تصوف | نفساني خواهشن کان پاڪائي | حاڪم | حڪومـــت ڪندڙ، بادشاهه |
| ڪٽولو | ڪٽ | پائيپي | برادري |
| تقريب | گڏجاڻي | ڪلام | ڳالهه، گفتگو، شعر |
| وقف | الله تعاليٰ جي راهه ۾ ڏنل ملڪيت | | |



## ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

سچل سرمست رح جو اصل نالو عبدالوهاب هو. سندس پيءُ جو نالو ميان صلاح الدين ۽ ڏاڏي جو اصل نالو صاحب ڏنو هو. هو 1739ع ۾ راڻي پور ويجهو درازا ڳوٺ ۾ ڄائو هو. هيءُ اڃا ننڍو ئي هو ته سندس والد وفات ڪري ويو.

سچل سرمست رح قرآن شريف جو حافظ ۽ فارسي ۽ عربيءَ جو وڏو عالم هو ان کان علاوه تصوف جي ڪتابن جو به گهڻو مطالعو ڪيو هئائين.

سچل سرمست رح کي هڪ پٽ ڄائو جيڪو ننڍي هوندي فوت ٿي ويو. سچل سرمست ڪڏهن ڪڏهن جُتي پائي گهمندو هو نه ته هميشه پيرين اگهاڙو گهمندو هو ۽ ڪٽولي تي سمهڻ بجاءِ زمين تي يا صندل تي ويهندو ۽ سمهندو هو. گهڻو ڪري روزي سان هوندو هو. ڪاڻو سادو ڪائيندو هو.

سچل سرمست رح سنڌ جو هڪ وڏو شاعر ٿي گذريو آهي. سندس ڪلام جي ڪتاب کي "سچل جو رسالو" چوندا آهن. سچل سائين 1827ع ۾ وفات ڪري ويو.

سچل سرمست رح جي ڪلام مان اسان کي پيار، محبت، سهپ، رواداري، پائيپي ۽ سچائي جو سبق ملي ٿو.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 سچل سرمست رح ڪٿي ڄائو؟**

جواب: سچل سرمست رح راڻيپور ويجهو درازا ڳوٺ ۾ ڄائو.

**سوال نمبر:2 سچل سرمست رح جو اصل نالو ڇا هو؟**

جواب: سچل سرمست رح جو اصل نالو عبدالوهاب هو.

**سوال نمبر:3 سچل سرمست رح ڪڏهن وفات ڪئي؟**

جواب: سچل سرمست رح 1827ع ۾ وفات ڪئي.

**سوال نمبر:4 سچل سرمست رح جو ميلو ڪڏهن ۽ ڪٿي لڳندو آهي؟**

جواب: سچل سرمست رح جو ميلو رمضان شريف جي چوڏهين تاريخ تي درازا ۾ لڳندو آهي.

**سوال نمبر:5 سچل سرمست رح جي ڪلام مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟**

جواب: سچل سرمست رح جي ڪلام ۾ اسان کي پيار، محبت، سهپ، رواداري يائپي ۽ سچائيءَ جو سبق ملي ٿو.



**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

سنيال _ عالم _ خاندان _ يائپي _ ڪلام

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ جي چارٽ ۾ ڏسندا. باقي جملن ۾ استعمال هيٺ ڏجي ٿو:

| لفظ | جملا |
|---|---|
| سنيال | سچل سرمست رح جي والد جي وفات کان پوءِ سندس چاچي سنيال ڪئي. |
| عالم | سچل سرمست رح فارسي ۽ عربي جو به عالم هو. |
| يائپي | سچل سرمست رح جي ڪلام مان اسان کي يائپي جو سبق ملي ٿو. |
| ڪلام | سچل سرمست رح جي ڪلام کي ”سچل جو رسالو“ چوندا آهن. |

**(ج) ”سچ تہ بيٺو نچ“ هڪ چوڻي آهي. اوهين ڪي بہ ٻہ چوڻيون ٻڌايو.**

جواب: (i) ٻہ ٽہ ٻارنهن

(ii) ڳوءِ ڪٿي وڃڻ

**(د) اوهين ڪنهن ٻئي صوفي شاعر بابت ڪي بہ ڏهہ سادا جملا لکو.**

جواب: شاهہ عبداللطيف ڀٽائي رح هڪ عظيم

صوفي شاعر ٿي گذريو آهي. شاهه صاحب 1102هجري ۾ ڄائو. شاهه صاحب جي والد جو نالوسيد حبيب شاهه آهي. سندس ڪلام جي ڪتاب کي "شاهه جو رسالو" چئبو آهي، جيڪو سنڌي ٻوليءَ جو هڪ اهم دستاويز آهي. شاهه صاحب جو ڪلام تصوف جي رنگ ۾ رڱيل آهي. سندس ڪلام صحيح معنيٰ ۾ آفاقي آهي. شاهه سائين 14 صفر 1165هه تي وفات ڪري ويو. سندس روضو ڀٽ شاهه ۾ آهي. جتي هر سال 14 صفر تي ميلو لڳندو آهي.

(هه) هيٺ ڏنل لفظ هڪ منٽ ۾ درست اچار ۽ رواني سان پڙهو.

اوندهه ـ ڇُهنب ـ دوستي ـ قسم ـ گجگوڙ ـ باغ ـ تلاءُ ـ پيار ـ صاف ـ کهل ـ مَٽُ ـ ڳڳرُ ـ جنسار ـ قطار ـ هجرت ـ رحم ـ سچ ـ بيت ـ نيڪ ـ قبول ـ مال ـ مکيه ـ ثقافت ـ ملڪ ـ ذخيرو ـ نرالو ـ ماڻُ ـ علم ـ صوبو ـ پسنديده ـ ڪمائي ـ جانور ـ گوشت ـ حادثو ـ رستو ـ اصول ـ ٻتي ـ ڳڻ ـ دولت ـ تاريخ ـ محبت ـ عزت ـ اٽاٽ ـ ڏڪار ـ مسڪين ـ همدردي ـ سادگي ـ سوپ ـ پيغام ـ دل ـ گڏجاڻي ـ اداس ـ سفر ـ معلوم ـ سنگ ـ غيرآباد ـ راس ـ پريشان ـ سُونهن ـ نظارو ـ داغ ـ غور ـ چنڊ ـ جهاز ـ سولائي ـ سِٻڻ ـ طبيعت ـ گهر ـ راند ـ سُرهو ـ جڳ

جواب: استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾ مڪمل ڪرائي.



## سبق ڏهون

# قومي جهنڊي جي اهميت

### ڏکين لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| اسيمبلي | گڏجاڻي | سلامي | سلام ڪرڻ |
| ڏوري | رسي | خوشحالي | سکيو ستابو هئڻ |
| عظمت | عزت، وڏائي | علامت | نشاني |
| آڳاٽي | پراڻي، گذريل | ملڪي | ملڪ جي |
| زماني | وقت | آبادي | وسنديءَ واري جاءِ |
| اهميت | ضرورت، خصوصيت | امن | سلامتي، پناهه |

| حفاظت | نگهباني، سارسنڀال | شهادت | گواهي، حق جي راه ۾ جان ڏيڻ |
|---|---|---|---|

## سبق جو حاصل مطلب

23 مارچ جي ڏينهن تي اسڪول ۾ هيڊ ماستر صاحب شاگردن جي اڳيان ڏوري ڇڪي جهنڊو کوليو ۽ ان کي سلامي ڏني ۽ ٻارن کي چيو تہ اسان کي پنهنجي پياري ملڪ پاڪستان جي جهنڊي جي عزت ۽ حفاظت ڪرڻ گهرجي. اسان جي قومي جهنڊي ۾ سائو رنگ مسلمانن جي آبادي کي ظاهر ڪري ٿو ۽ اڇو رنگ ملڪ ۾ رهندڙ ٻين مذهبن جي ماڻهن جي نمائندگي ڪري ٿو. هر ملڪ جو جهنڊو هوندو آهي. جن جون علامتون ۽ نشان پڻ الڳ الڳ هوندا آهن. اسان پنهنجي جهنڊي کي ملڪ جي عظمت جو نشان سمجهي سلامي ڏيندا آهيون. جنگين ۾ جهنڊن جي وڏي اهميت هوندي آهي. ڇاڪاڻ تہ جهنڊو قومن ۽ ملڪن جي سڃاڻپ هوندو آهي. اسان کي پنهنجي قومي جهنڊي جي عزت ۽ حفاظت ڪرڻ گهرجي.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

سوال نمبر:1 اسان جي ملڪ جي قومي جهنڊي ۾ ڪهڙا ڪهڙا رنگ آهن؟



جواب: اسان جي قومي جهنڊي ۾ سائو ۽ اڇو رنگ آهن.

سوال نمبر:2 قومي جهنڊي ۾ سائو رنگ ڇا جي علامت آهي؟

جواب: قومي جهنڊي ۾ سائو رنگ مسلمانن جي نمائندگي ڪري ٿو جيڪو خوشحالي جي نشاني آهي.

سوال نمبر:3 قومي جهنڊي ۾ اڇي رنگ جو مقصد ڇا آهي؟

جواب: قومي جهنڊي ۾ اڇو رنگ ملڪ ۾ رهندڙ ٻين مذهبن جي ماڻهن جي نمائندگي ڪري ٿو جيڪو امن جي نشاني آهي.

سوال نمبر:4 اسان جي قومي جهنڊي ۾ چنڊ ۽ تارو ڇا جي علامت آهي؟

جواب: اسان جي قومي جهنڊي ۾ چنڊ ۽ تارو ملڪي عظمت جي علامت آهي.

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو:

حفاظت _ خوشحالي _ علامت _ آبادي _ مختلف

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ جي چارٽ ۾ ڏسندا.

(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا جمع لکو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو:

| واحد | جمع | جملا |
|---|---|---|
| جهنڊو | جهنڊا | هر ملڪ جو هڪ جهنڊو هوندو آهي. |
| علامت | علامتون | قومي جهنڊي ۾ چنڊ ۽ تارو ملڪي عظمت جي علامت آهي. |
| آبادي | آباديون | اسان جي ملڪ جي آبادي 22 ڪروڙ آهي. |
| شهادت | شهادتون | جنگ ۾ سپاهي جهنڊي ڪي هيٺ ڪرڻ جي بجاءِ شهادت قبول ڪندو آهي. |
| قطار | قطارون | ٻار صبح جو اسڪول ۾ قطار ٺاهي ڪلاس ۾ ويندا آهن. |

(د) هيٺ ڏنل جملن ۾ اسم عام وارن لفظن جي هيٺان ليڪ ڏيو:

(i) هي پاڪستان جو قومي جهنڊو آهي.

(ii) هيءُ منهنجي پين آهي.

(iii) علي ڏنو ڪراچيءَ مان ڪتاب خريد ڪندو.

(iv) اسان جي اسڪول ۾ هڪ وڏو باغ آهي.

(v) اسان هڪ طوطو پاليو آهي.



(هه) اوهان پنهنجي اسڪول ۾ ٽيبلو پروگرام / تقريب ۾ ڪڏهن ڪمپيئرنگ ڪئي هجي يا اسٽيج سيڪريٽري جا فرض سرانجام ڏنا هجن ته ان بابت ٻڌايو.

جواب: استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾ مڪمل ڪرائي.

(و) هيٺ ڏنل جهنڊا ڏسي، مُلڪن جا نالا ياد ڪريو.

پاڪستان

هندستان

سريلنڪا

بنگلاديش

(ز) قومي جهنڊي جي اهميت تي ننڍڙو مضمون لکو.

جواب: قومي جهنڊي جي عزت ۽ اهميت بابت تاريخ ۾ لکيل آهي ته: احد جي لڙائيءَ ۾ پاڻ سڳورن صلي الله عليه وعليٰ آله واصحابه وسلم جن هڪ صحابي کي قومي جهنڊي کڻڻ جو ڪم سونپيو، لڙائي سخت هئي ۽ هر هڪ ڌر پنهنجي ڪاميابي لا سرتوڙ ڪوشش ڪري رهي هئي. مسلمانن کي فتح ٿي ۽ خوشيءَ ۾ انهن سيني حفاظتي جاين تان پهرو هٽائي ڇڏيو. دشمن جو لشڪر موقعي جو فائدو وٺي ٻئي پاسي کان اچي زور دار حملو ڪيو ان جي نتيجي ۾ مسلمانن جو لشڪر ڇڙوڇڙ ٿي ويو.

هن سخت حملي ۾ قومي جهنڊو کڻڻ وارو صحابي پنهنجي جاءِ تي مضبوط بيٺو رهيو. دشمن کيس گهيرو ڪري ويا پر هو جهنڊي کي سنڀالي جنگ ۾ حصو وٺندو رهيو. دشمن جي اها ڪوشش هئي ته اسلامي جهنڊي کي ڪيرائين پر ڪيترائي زخم کائڻ کان پوءِ به صحابيءَ جهنڊي کي هيٺ ڪرڻ نه ڏنو. آخر دشمن جي هڪ سپاهي کيس ڏڪ هڻي شهيد ڪري وڌو، گهوڙي تان ڪرڻ وقت به جهنڊو سندس سيني سان لڳل هو ۽ مرندي گهڙيءَ تائين به جهنڊي کي هيٺ ڪرڻ نه ڏنو.

قومي جهنڊي جي عزت ۽ سربلندي لاءِ هڪ مسلمان جي جيڪڏهن جان هلي وڃي ته به هو ان جي پرواهه نه ڪندو آهي.



## سبق يارهون

# شاهجهان مسجد ٺٽو

### ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| سوير | جلدي | قطار | لائين |
| ڊرائيور | گاڏي هلائڻ وارو | ٺوري | ڪجهه |
| مکيه | مرڪزي، اهم | تعمير | ٺهرائڻ، اڏاوت |
| جڙي | ٺهي | راس | تيار |
| اڏاوت | تعمير | چٽسالي | گل چٽ |

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ڪاشي | گلن چٽن واريون مٽي جو شيون | خوبصورت | سھڻي |
| ڪاشيگر | ڪاشي جو ڪم ڪندڙ | گنبذ | قبو |
| ٽڏڪار | ٽڏ | مؤذن | آذان ڏيندڙ |
| ڪارائتي | ڪم واري، اھم | بھترين | سٺو |
| پڙاڏو | گونج | سياح | سير سپاٽو ڪندڙ |
| جوڙيندڙ | ٺاھيندڙ | ظھر | اڳيئين نماز |
| انتظام | بندوبست | | |

## ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

استاد، شاگردن کي وٺي ٺٽي جي تاريخي شاهجهان مسجد گھمائڻ ويو. جڏهن اهي بس ذريعي شاهجهان مسجد پھتا تہ استاد کين اندرين پاسي بيھاري شاهجهان مسجد جي باري ۾ ڄاڻ ڏني. استاد کين ٻڌايو تہ هي مسجد مغل بادشاھ شاهجهان تعمير ڪرائي هئي.

ڳاڙهين سرن سان ٺھيل هي مسجد اڏاوت جو اعليٰ نمونو آهي، هن مسجد ۾ نيري رنگ جون ڪاشي جو سرون بہ وڏي تعداد ۾ استعمال ڪيون ويون آهن جيڪي مسجد جي خوبصورتي کي چار چنڊ هڻيو ڇڏين هن مسجد کي گھڻن گنبذن واري مسجد پڻ چوندا آهن ڇاڪاڻ تہ هن



۾ 101 گنبذ آهن. هن مسجد ۾ هوا ۽ روشني جي گذر جو خاص خيال رکيو ويو آهي. مسجد جي گنبذن ۾ اهڙو نظام رکيو ويو آهي جو بانگ جي آواز جو پڙاڏو پري تائين ٻڌڻ ۾ اچي ٿو. هتي سڄي پاڪستان مان ماڻهو گھمڻ ايندا آهن هي مسجد ڪراچي کان 100 ڪلوميٽر ۽ حيدرآباد کان 105 ڪلوميٽرن جي مفاصلي تي آهي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 استاد شاگردن کي شاهجهان مسجد بابت ڇا ٻڌايو؟**

**جواب:** استاد شاگردن کي شاهجهان مسجد بابت ٻڌايو تہ اها مسجد مغل بادشاھ شاھ جهان ٺهرائي هئي. هن مسجد جي اڏاوت جو ڪم 1644ع ۾ شروع ٿيو ۽ 1647ع ۾ جڙي راس ٿي.

**سوال نمبر:2 شاهجهان مسجد جي اڏاوت لاءِ چُنساليءَ واريون سرون ڪٿي جي ڪاشيگرن ٺاھيون هيون؟**

**جواب:** شاهجهان مسجد جي اڏاوت لاءِ چنسالي واريون سرون ٺٽي جي ڪاشيگرن ٺاھيون هيون.

**سوال نمبر:3 شاهجهان مسجد ۾ ڪيترا گنبذ آهن؟**

جواب: شاهجهان مسجد ۾ 101 گنبذ آهن.

**سوال نمبر:4 شاهجهان مسجد ڪنهن تعمير ڪرائي؟**

جواب: شاهجهان مسجد مغل بادشاهه شاهجهان تعمير ڪرائي.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو.**

انتظام _ ظهر _ تعمير _ خوبصورت _ چٽسالي

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو، باقي جملا هيٺ ڏجن ٿا.

| لفظ | جملا |
|---|---|
| انتظام | اسان جي ملڪ جو انتظام بهتر طريقي سان هلي ٿو. |
| ظهر | ظهر نماز لاءِ آذان اچي وئي آهي. |
| تعمير | شاهجهان مسجد مغل بادشاهه شاهجهان تعمير ڪرائي. |
| خوبصورت | شاهجهان مسجد تمام خوبصورت مسجد آهي. |
| چٽسالي | هن مسجد ۾ چٽسالي واريون سرون لڳل آهن. |



**(ج) ٻارو اوهان ٻي ڪا تاريخ جڳهه ڏٺي هجي ته ان بابت ڪلاس ۾ گفتگو ڪريو.**

جواب: گذريل آچر تي استاد صاحب اسان کي موئن جودڙو گهمائڻ وٺي ويو. موئن جودڙو لاڙڪاڻي ضلعي ۾ واقع آهي. هن جو شمار دنيا جي قديم ترين شهرن ۾ ٿئي ٿو. موئن جي دڙي بابت استاد صاحب ٻڌايو ته اهو پنج هزار سال پراڻو شهر آهي. موئن جي دڙي جي گهرن جون پٽيون پڪين سرن جون ٺهيل آهن. اتي اسان کي ڪافي کوهه، پاڻي ذخيرو ڪرڻ جو تلاءُ پڻ نظر آيا. شهر جون گهٽيون پڻ سرن سان پڪيون ٺيل هيون. حيرت جي ڳالهه ته پنج هزار سال پراڻي هن شهر ۾ گندي پاڻي جي نيڪالي جو بهترين انتظام پڻ ٺيل آهي. آخر ۾ اسان هتي قائم ميوزيم پڻ گهمي ڏٺو.

**(د) هيٺ ڏنل لفظن جا جمع لکو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو.**

| واحد | جمع | جملا |
|---|---|---|
| سِر | سرون | شاهجهان مسجد ۾ ڳاڙهي سِرَ استعمال ٿيل آهي. |
| مسجد | مسجدون | شاهجهان مسجد تمام خوبصورت ٺهيل آهي. |

| بس | بسون | بس روڊ تي تيز هلي رهي آهي. |
|---|---|---|
| دروازو | دروازا | اڪرم جي گهر جو دروازو تمام وڏو آهي. |
| شهرُ | شهَرَ | اسان حيدرآباد شهر گهمياسين. |

(هہ) هيٺين جملن مان اسم عام ۽ اسم خاص چونڊي، خانن ۾ لکو:

(i) پاڻ هن وقت ٺٽي شهر ۾ شاهجهان مسجد وٽ بيٺا آهيون.

جواب: اسم عام: شهر

اسم خاص: ٺٽي، شاهجهان مسجد

(ii) ٺٽي واري مسجد مغل بادشاهہ شاهجهان تعمير ڪرائي هئي.

اسم عام: مسجد

اسم خاص: مغل بادشاهہ، شاهجهان

(iii) ڪاشيءَ جون سرون هالن ۽ نصرپور ۾ ٺهنديون آهن.

اسم عام: ڪاشي، سرون

اسم خاص: هالن، نصرپور

(iv) هتان کان ڪراچي اولهہ طرف ۽ حيدرآباد اوڀر طرف آهي.

اسم عام: طرف



اسم خاص: ڪراچي، اولهہ، اوڀر، حيدرآباد

ڪل اسم عام لفظ: شهر، مسجد، بادشاهہ، ڪاشي، سرون، طرف

ڪل اسم خاص لفظ: ٺٽي، شاهجهان مسجد، مغل بادشاهہ، شاهجهان، هالن، نصرپور، ڪراچي، اولهہ، اوڀر، حيدرآباد

## سبق ٻارهون

# شهيد راشد منهاس

### ❁ ڏکين لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ڪيتريون | ڪئين | نعمت | انعــام، بخشش |
| عطا ڪرڻ | ڏيڻ | زندگي | حياتي |
| قربان | گهوري، فدا | وطن | ملڪ |
| تن | جسم | من | اندر |
| ڌن | دولت | تاريخ | گذريل وقت |
| بهادرن | سورمن | سرڏئي | جان گهوري |
| سورمو | بهادر | گهوري | قربان ڪري |
| سورهيائي | بهادري | تمغو | ايــوارڊ، شان، سَنَد |
| قصا | ڪهاڻيون | چاهه | شوق |



| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ماڊل | نمونا | سوڪڙي | تحفو |
| پرائي ورتي | حاصـــل ڪري ورتي | فضائي | هوائي |
| تربيت | سکيا | اڏاڻو | اڏاميو |
| پيغام | نياپو | بالا | مٿيون |
| ارادو | نيت | چڪتاڻ | جهيڙو |
| بولائيون | قلا بازيون | ڦهڪو | ڪريو |
| سازش | سٽ، خراب منصوبو | مان | عزت |
| چڪتاڻ | چڪ چڪان | حفاظت | نگهباني |
| رُخ | طرف، منهن | سکيا | تعليم، ڄاڻ |

### ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

شهيد راشد منهاس اسان جي ملڪ جو هڪ اهڙو سورمو هو جنهن وطن تان پنهنجي جان گهوري شهادت ماڻي. انهي بهادري جي ڪري کيس پاڪستان جو سڀ کان وڏو قومي اعزاز نشان حيدر ڏنو ويو. شهيد راشد منهاس کي ننڍپڻ کان ئي پڙهائي سان گڏو گڏ هوائي جهازن سان چاهه هوندو هو. هن 14 سالن جي عمر ۾ پاڪستان جي هوائي فوج ۾ شامل ٿيڻ جو فيصلو ڪيو. هو رسالپور ۾ فضائي فوج جي اسڪول ۾ سکيا وٺي رهيو هو. 20

آگسٽ 1971ع تي هو هڪ تربيتي اڏام لاءِ جهاز تي چڙهيو. جهاز جي اڏامڻ کان ڪجهه ئي دير پوءِ راشد منهاس محسوس ڪيو ته سندس تربيتي آفيسر مطيع الرحمٰن جهاز پارت ڏانهن ڪاهي وڃڻ چاهيو پئي. راشد منهاس تربيتي آفيسر سان چڪتاڻ ڪئي پر جڏهن ڏٺائين ته هو جهاز پارت ڪٽي وڃڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندو ته هن جهاز جو رخ زمين ڏانهن ڪري ڇڏيو. جهاز بولاٽيون ڪائيندو اچي زمين تي ڦهڪو ڪيو. اهڙي طرح شهيد راشد منهاس پنهنجي زندگي قربان ڪري وطن جي خلاف سازش کي ناڪام بڻائي ڇڏيو.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 اها ڪهڙي نعمت آهي، جنهن تان زندگي به قربان ڪري ڇڏبي آهي؟**

**جواب:** اها وطن جي نعمت آهي جنهن تان زندگي به قربان ڪري ڇڏبي آهي.

**سوال نمبر:2 شهيد راشد منهاس کي ڪهڙو قومي تمغو ڏنو ويو؟**

**جواب:** شهيد راشد منهاس کي نشان حيدر ڏنو ويو.



**سوال نمبر:3 شهيد راشد منهاس ننڍپڻ ۾ ڪهڙا ماڊل گڏ ڪندو هو؟**

**جواب:** شهيد راشد منهاس ننڍپڻ ۾ هوائي جهازن جا ماڊل گڏ ڪندو هو.

**سوال نمبر:4 راشد منهاس وطن جي ڪهڙي غدار کي ناڪام بڻايو؟**

**جواب:** راشد منهاس وطن جي غدار مطيع الرحمان کي ناڪام بڻايو.

**سوال نمبر:5 پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو فوجي اعزاز ڪهڙو آهي؟**

**جواب:** پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو فوجي اعزاز نشانِ حيدر آهي.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

نعمت _ قربان _ حفاظت _ سورمو _ تمغو _ سڪيا

**جواب:** لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو باقي جملا هيٺ ڏجن ٿا.

| لفظ | جملا |
|---|---|
| نعمت | زندگي الله تعاليٰ جي وڏي نعمت آهي. |
| قربان | وطن اهڙي نعمت آهي جنهن تي جان به قربان |

| | |
|---|---|
| | ڪري ڇڏبي آهي. |
| حفاظت | اسان جي پاڪ فوج ملڪ جي حفاظت لاءِ هر دم تيار رهندي آهي. |
| سورمو | شهيد راشد منهاس سورمو سپاهي هو. |
| تمغو | شهيد راشد منهاس کي پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو قومي تمغو "نشانِ حيدر" ڏنو ويو. |
| سکيا | شهيد راشد منهاس رسالپور ۾ فضائي فوج جي اسڪول ۾ سکيا وٺي رهيو هو. |

(ج) چا، ڇو ضمير ڪم آڻي سواليه جملا ٺاهيو.

مثال: ڇا تون سياڻي اسڪول ويندين؟

جواب:

- ❖ ڇا تون اڄ ڪراچي هلندين؟
- ❖ ڇا تون پنهنجو ڪتاب ڏيندين؟
- ❖ تون اتي ڇو ويٺو آهين؟
- ❖ مان تو وٽ ڇو اچان؟

(د) هيٺين جا مذڪر ۽ مؤنث ٺاهيو.

| مذڪر | مؤنث | مذڪر | مؤنث |
|---|---|---|---|
| درزي | درزياڻي | ڌوٻي | ڌوٻياڻي |
| هاري | هارياڻي | ڊاڪٽر | ڊاڪٽرياڻي |



## سبق تيرهون

# بهادر جي مُنڊ (نظم)

### ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| موٽي | واپس اچي | سباجهي | ڀاڄهاري |
| ڀيرا | ڦيرا، گهمرا | گلستان | باغ باغيچا |
| وڙ | مهربـــــاني، چڱائي | گسن | رستن، واٽن |
| جشن | خوشيون | حيرت | عجب، تعجب |
| نگاهه | نظر | سرهائي | خوشي، راحت |
| بسنت | بهار جي منڊ | وڌائي | ساراهه، واکاڻ |
| رت | موسم | جان | زندگي |
| لاٽ | مٺو آواز، پکي جو آواز | جهمڪن | خوش ٿين |
| جهڳمڳ | روشني، رونق | جهجهي | گهڻي |
| گونجار | گونج | والي | مالڪ |
| مِهر | ٻاجهه | | |

### ❁ بيت جي سمجهاڻي ❁

مـوٽي آئـي منـڊ تـي، واهـ واهـ رت بهـار،

ڪِليو گل گلاب جو، ڪَڙيا ڪنڌهار،
پيرا ڏيئي پوئر ڪئي، گلن مٿان گونجار،
سهاڄهي ستار، واليءَ وڏو وڙ ڪيو.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر پيرو مل "غريب" چوي ٿو، بهار جي مند موٽي آئي آهي. گلاب جا گل ڪليا بيٺا آهن. پوئر گلن جي مٿان ڦيرا ڏئي رهيا آهن. الله مهربان وڏا احسان ڪيا آهن.

آئي رت بسنت جي، تاريون سڀ ٽلن،
موتيو چنبيلي، مگرو، ڪِرِيو سڀ ڪلن،
خيرو آهي خوشيءَ ۾، ٽانگر ٽا ٽمڪن،
جهولن ۽ جهمڪن، گلڙا گلستان ۾.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو، بهار جي موسم آئي آهي، تاريون سڀ لڏي رهيون آهن، موتيو، چنبيلي ۽ سڀ گل کلي رهيا آهن. خيرو خوشيءَ ۾ آهي. ٽانگر ٽمڪي رهيا آهن. باغن ۾ گلن جون بهاريون آهن.

آئي رت بسنت جي پکي لات لنون،
پوپٽ مٿان گلن جي رانديون رُونديون ڪن،
ججهي مکين ميڙي ماکي مانارن،
جشن ڪيا جيتن، جان آئي مند بهار جي.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو، بهار جي موسم آئي آهي، پکي ٻوليون ٻولي رهيا آهن. گلن جي مٿان



پوپٽ راند ڪري رهيا آهن. ماکيءَ جي مکين مانارن ۾ گهڻي ماکي گڏ ڪئي آهي. بهار جي موسم ايندي ئي جيت خوشيون ڪري رهيا آهن.

آئي رت بسنت جي، جهجهمڪ ۾ جهنگن،
پن پراڻا ڪيترا، ڇڇيو سڀ ڇڻن،
جي وڻ پاري ساڙيا، سي اڄ ساهه ڪڻن،
جهليو پور وڻن، ڏسو ڪم ڪريم جا.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو، بهار جي موسم آئي آهي، جنهن ۾ گلزاري لڳي وئي آهي. پراڻا پن ڇڻي رهيا آهن. جيڪي وڻ پاري ساڙيا هئا، اهي ساهه کڻي رهيا آهن. الله تعاليٰ جا احسان ڏسو ته هاڻ وڻن پور جهليو آهي.

پلي رت بسنت جي، جنهن ۾ سرهائي،
پلو ڏٺي پاڻ آهي، جو ڪري پلائي،
ڪريان تنهن قادر جي، ڪيڏي وڏائي،
سائين سدائي، ڪري مهر مڙن تي.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته بهار جي موسم ۾ خوشيون ئي خوشيون آهن. الله تعاليٰ وڏو مهربان آهي، جيڪو پلايون ڪري ٿو. ان الله جي ڪيتري واکاڻ ڪريون. الله تعاليٰ شال سڀني تي مهرباني ڪري.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 هنن بيتن مان اوهان کي ڪهڙو بيت وڌيڪ پسند آهي.**

جواب: هنن بيتن مان اسان کي هي بيت وڌيڪ پسند آهي.

پلي رت بسنت جي، جنهن ۾ سرهائي،
پلو ڏٺي پاڻ آهي، جو ڪري پلائي،
ڪريان تنهن قادر جي، ڪيڏي وڏائي،
سائين سدائي، ڪري مهر مڙنِ تي.

**سوال نمبر:2 اوهان کي اهو بيت ڇو ٿو وڻي؟**

جواب: اهو بيت اسان کي ان ڪري وڻي ٿو جو هن بيت ۾ شاعر الله تعاليٰ جي مهربانين، ان جي گھڻي وڏائي بيان ڪرڻ ۽ واکاڻ بيان ڪرڻ تي اياري رهيو آهي. آخر ۾ دعا گھرندي شاعر فرمائي ٿو تہ الله تعاليٰ شال سيني تي مهرباني ڪري.

**سوال نمبر:3 شاعر بيت ۾ ڪهڙن ڪهڙن گلن جو ذڪر ڪيو آهي؟**

جواب: شاعر بيت ۾ هيٺين گلن جو ذڪر ڪيو آهي:



گلاب _ موتيو _ چنبيلي _ مُگرو _ ڪنٽهار

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

رُت _ گونجار _ والي _ سڀاجهي _ گلستان _ مِهر

**جواب:** لفظن جي معني الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسندا. باقي جملا هيٺ ڏجن ٿا.

| لفظ | جملا |
|---|---|
| رُت | بهار جي رُت ۾ وڻن تي نوان پن ايندا آهن. |
| گونجار | گلن مٿان ڀؤنر گونجار ڪري رهيو آهي. |
| والي | اسان جي مٿان واليءَ وڏي مهرباني ڪئي آهي. |
| سڀاجهي | اسان جي مٿان سڀاجهي ستار وڏي مهرباني ڪئي آهي. |
| گلستان | ٻارڙا گلستان ۾ جهولا جهولي رهيا آهن. |
| مِهر | الله تعاليٰ هميشہ اسان سيني تي مِهر ڪري (آمين) |

**(ج) درست جواب تي (✓) جو نشان لڳايو:**

هن بيت ۾ شاعر ڪهڙيءَ مند جو ذڪر ڪيو آهي؟

| اونهارو | سرءُ | بهار ✓ | سيارو |
|---|---|---|---|

جواب: بهار

(د) هي بيت سُر ۽ لئه سان ڪورس جي انداز ۾ ڪلاس ۾ پڙهي ٻڌايو.

جواب: استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾ مڪمل ڪرائي.

(هه) هيٺين لفظن جا هم آواز لکو:

| لفظ | هم آواز لفظ | لفظ | هم آواز لفظ |
|---|---|---|---|
| بهار | ڪٺهار | گونجار | ستار |
| ٽلن | ڪلن | ٽهڪن | مهڪن |
| سرهائي | ڀلائي | | |

(و) هيٺ ڏنل جملن ۾ بيهڪ جون نشانيون لڳايو:

(i) وڻن ٻوٽن پکين جانورن ۽ انسانن لاءِ پاڻي تمام ضروري آهي.

جواب: وڻن، ٻوٽن، پکين، جانورن ۽ انسانن لاءِ پاڻي تمام ضروري آهي.

(ii) بهار جي مند سيني مندن کان ڀلي ۽ وڻندڙ آهي.

جواب: بهار جي مند، سيني مندن کان ڀلي ۽ وڻندڙ آهي.

(iii) باغ مان گل چو ڇنين ٿو.

جواب: باغ مان گل چو ڇنين ٿو؟



(ز) "بيشمار" ۽ "بيحد" لفظن ۾ "بي" اڳياڙي طور استعمال ٿيل آهي. اوهين "بي" اڳياڙيءَ وارا ڪي ٻه چار لفظ ٻڌايو.

جواب: بي دين ـ بي پتو ـ بي نمازي ـ بي شرم

وڌيڪ معلومات لاءِ:

- مند کي سنڌيءَ ۾ "موسم" ۽ "رت" به چئبو آهي.
- بهار کي سنڌيءَ ۾ بسنت به چئبو آهي.
- هن بيت جي آخري بند ۾ شاعر "سدائي" لفظ ڪم آندو آهي جنهن جي معنيٰ آهي "سدائين"

## سبق چوڏهون

# ڪمپيوٽر جي آتم ڪهاڻي

### ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ڪمپيوٽر | ڳڻپ جي مشين | رياضي دان | حسابن جو ماهر |
| هاڻوڪي | موجوده | صدي | هڪ سو سال |
| خلا | پولار | مکيه | اهم |
| ان پٽ | وٺڻ | آئوٽ پٽ | ڏيڻ |
| پراسيس | عمل ۾ آڻڻ | جسم | بدن |
| موجب | مطابق | اسڪرين | پردو |
| مهيا | فراهم ڪرڻ | معلومات | ڄاڻ |
| لاڳو | واجب، لاڳاپو رکندڙ | لاڀ | فائدو |
| جوڙجڪ | سٽاءُ، بناوت | حيرت | اچرج |



| معلومات | ڄاڻ | ترقي يافته | ترقي ڪيل |
|---|---|---|---|
| پرنٽر | ڇاپيندڙ | مائڪرو | ننڍڙا |
| آپريٽر | هلائيندڙ | فونٽ | نمونا |
| اي ميل | برقي خط | شروعات | ابتدا |
| سٽاءُ | جوڙجڪ، ترتيب ڏاهي رکڻ | لغت | ڊڪشنري |
| ايجاد ڪرڻ | پهريون ڀيرو ٺاهڻ | | |

### ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

هن سبق ۾ ڪمپيوٽر پنهنجي آتم ڪهاڻي ٻڌائيندي چوي ٿو ته ڪيس ڳڻپ جي مشين به چيو ويندو آهي. ڪمپيوٽر بليز پاسڪل نالي فرانسيسي رياضي دان ٺاهيو هو پر ڪيس هاڻوڪي شڪل ۾ چارلس بابيج آندو، جيڪو هڪ انگريز سائنسدان هو. ڪمپيوٽر 20 صدي جي هڪ حيرت ۾ وجهندڙ ايجاد آهي ۽ اڄڪلهه هر ميدان ۾ ڪمپيوٽر جو استعمال ٿئي ٿو.

ڪمپيوٽر ان پٽ ۽ آئوٽ پٽ جي مکيه اصولن تحت ڪم ڪري ٿو. ڪمپيوٽر ٽن مکيه حصن ۾ ورهايل آهي (1) انپٽ، (2) پراسيس، (3) آئوٽ پٽ. جيڪو گهربل معلومات کي آئوٽ پٽ اوزارن وسيلي ظاهر ڪندو آهي.

ڪمپيوٽر جا ٽي مکيه قسم آهن، (1) مين فريم، (2) مني فريم، (3) مائيڪرو ڪمپيوٽر. مين فريم ۽ مني فريم ڪمپيوٽر وڏن ادارن ۾ استعمال ٿيندا آهن. جڏهن ته مائيڪرو ڪمپيوٽر ننڍي سائيز جا ڪمپيوٽر آهن جيڪي گهرن ۽ آفيس ۾ استعمال ۾ اچن ٿا. ڪمپيوٽر ۾ انگريزي، عربي، فارسي، سنڌي، اردو ۽ ٻيون ٻوليون به موجود آهن. هاڻي ته ڪمپيوٽر تي سنڌي انسٽال ڪري سنڌي ۾ اي ميل به ڪري سگهجي ٿي ۽ ويب تي سنڌي مواد موڪلي ۽ لکي سگهجي ٿو، مختلف ويب سائيٽن تي قرآن شريف جو سنڌي ترجمو، شاهه جو رسالو، ٻيا رسالا ۽ اخبارون به موجود آهن.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 ڪمپيوٽر جي ايجاد ڪڏهن ۽ ڪنهن ڪئي؟**

**جواب:** ڪمپيوٽر جي ايجاد 1642ع ۾ فرانس جي سائنسدان بليز پاسڪل ڪئي.

**سوال نمبر:2 ڪمپيوٽر ڪهڙن مکيه اصولن وسيلي ڪم ڪري ٿو؟**

**جواب:** ڪمپيوٽر ٻن مکيه اصولن وسيلي ڪم ڪري ٿو جيڪي هي آهن: ان پٽ ۽ آئوٽ پٽ



**سوال نمبر:3 ڪمپيوٽر جا مکيه ڪيترا قسم ٿين ٿا؟**

**جواب:** ڪمپيوٽر جا مکيه ٽي قسم آهن، مين فريم، مني فريم ۽ مائيڪرو ڪمپيوٽر.

**سوال نمبر:4 سنڌي ٻوليءَ جي ترقي لاءِ ڪمپيوٽر وسيلي ڪهڙيون ڪوششون ورتيون ويون آهن؟**

**جواب:** سنڌي ٻولي جي ترقي لاءِ ڪمپيوٽر ۾ سنڌي انسٽال ڪئي وئي آهي. سنڌي ڪي بورڊ ترتيب ڏنو ويو آهي. انٽرنيٽ تي سنڌي مواد ڏئي سگهجي ٿو، ويب سائيٽن تي قرآن پاڪ جو سنڌي ۾ ترجمو، شاهه جو رسالو، لغت، اخبارون ۽ رسالا وغيره پڻ پڙهي سگهجن ٿا.

**(ب) هيٺ ڏنل نون لفظن جي معنيٰ لغت مان ڳولي لکو ۽ پڙهو.**

جوڙجڪ _ حيرت _ معلومات _ ترقي يافته

**جواب:** لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو. پوءِ استاد صاحب ٻارن کي پنهنجي نگراني ۾ پڙهائي.

(ج) ڪمپيوٽر جي حصن جون تصويرون ڏسي نالا لکو.

(د) ٻارو، پنهنجي آتم ڪهاڻي لکي ٻڌايو.

جواب: استاد صاحب ٻهريائين پنهنجي آتم ڪهاڻي بيان ڪري ٻڌائي پوءِ ٻارن کي پنهنجي پنهنجي آتم ڪهاڻي ٻڌائڻ جو چئي. نموني خاطر هڪ ٻار جي آتم ڪهاڻي بيان ڪجي ٿي:

منهنجو نالو حمزه علي آهي مان ذات جو پنهور آهيان. حيدرآباد شهر جي لطيف آباد نمبر: 4 جي علائقي ۾ رهندو آهيان منهنجي عمر 9 سال آهي. امان مون کي پيار مان راڻو ڪوٺيندي آهي. مان نماز به پابندي سان پڙهندو آهيان. لکڻ پڙهڻ کان به ڪونه ڪيٻائيندو آهيان. وڏن جو چيو مڃيندو آهيان. پنهنجي ڀاءُ ۽ ڀينرن سان پيار ڪندو آهيان. ۽ مان پنهنجي ڏاڏي جي به خدمت ڪندو آهيان ۽ گهر جا



ٻاهر جا ڪم ڪار به ڪندو آهيان. مان ڪمپيوٽر هلائڻ به سکندو آهيان. منهنجو پيءُ ڪمپيوٽر تي تعميراتي نقشا ناهيندو آهي. مان به وڏو ٿي ساڳيو ڪم ڪندس (ان شاء الله تعاليٰ).

**(هـ) ڪمپيوٽر کان سواءِ اوهين ريڊيو، ٽي وي ۽ موبائيل فون تان سوشل ميڊيا ذريعي ڪهڙي ڄاڻ حاصل ڪندا آهيو؟ تنهن بابت ٻڌايو.**

**جواب:** اسان موبائيل ۽ سوشل ميڊيا ذريعي ڪوبه واقعو ٿيندو آهي ته ان جي معلومات حاصل ڪندا آهيون ان کان علاوه ٻيا معلوماتي، مزاحيه ۽ مذهبي ڪلپ ڏسندا آهيون. جن جي ڪري اسان جي ڄاڻ ۾ تمام گهڻو اضافو ٿيندو آهي.

**(و) اخبارن ۽ رسالن مان ڪهڙي ڄاڻ حاصل ڪندا آهيو؟ ان بابت گفتگو ڪريو.**

**جواب:** استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾ مڪمل ڪرائي.

**(ز) اهو لفظ جيڪو ڪنهن اسم يا ضمير جي پٺيان اچي ۽ ان جو لاڳاپو جملي جي ٻين لفظن سان ڏيکاري تنهن کي "حرف جر" چئبو آهي.**

جيئن: جمال هن کان ڪتاب ورتو.

اوهين اهڙا ڪي ٻيا جملا ناهي ڏيکاريو، جن ۾

"حرف جر" ڪم آندل هجي:

جواب: (i) اچ ڪان اڳ ڪلون لباس طور ڪم اينديون هيون.

(ii) هيٺاهين ڪان مٿاهين ڏانهن وڃبو تہ ٿڌ محسوس ٿيندي.

(iii) فيصل، سهيل ڪان ننڍو آهي.

(iv) هُن ڪي ڪنهن ماريو؟

(v) مون تو ڪي ڏٺو آهي.



## سبق پندرهون

# بيمارين کان بچاءَ جا اُپاءَ

### ❁ ڏکين لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| حڪومت | سرڪار | اُپاءَ | بچاءُ |
| ڪاتو | ادارو | پوليو | هڪ بيماري |
| خطرناڪ | نقصانڪار | مستقبل | آئيندو |
| ٽڪن | سين | امدادي | مدد ڪندڙ |
| مفت | بنا پيسن جي | عملو | ٽيم، ڪم ڪندڙ ماڻهو |

| حفاظتي | حفاظت ڪندڙ | پيدائش | ڄمر، جنم |
|---|---|---|---|
| جوڳو بندوبست | مناسب انتظام | رپورٽ | اطلاع، ڄاڻ |
| اطلاع | خبر | ضابطو | ڪنٽرول |
| ٽي بي | ڦڦڙن جي بيماري | نمونيا | بخار جو قسم |
| اصول | طريقا | ڄاڻ | معلومات |
| ڪارڻ | سبب | پاروٿو | پراڻو |
| ڇڳي | سٺي | ريت | رسم |
| مڪمل | پورو | خاطري | يقين |
| ڪرائي | ڏياري | | |

## ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

حڪومت پاران سرڪاري اسپتالن ۾ ننڍن ٻارن کي بيمارين کان بچاءَ جي ٽڪن هڻڻ جا مرڪز قائم ڪيا ويا آهن. جتي ٻارن کي پيدائش کان وٺي پنجن سالن جي عمر تائين اهي ٽڪا مفت هنيا ويندا آهن. هر اسپتال ۾ پوليو جي بيماري کان بچاءَ لاءِ خاص مرڪز قائم ڪيل آهن. جتان مقرر عملو گهر گهر توڙي اسڪولن ۾ وڃي ٻارن کي پوليو کان بچاءَ جا ڦڙا پياريندو آهي.

ان کان علاوه اهي ٽيمون ٽي بي، وڏي کنگهه، ڳلي



جي بيماري، ارڙي، نمونيا، مدي جي بخار ۽ سائي جي بيماري کان بچاءَ جا ٽڪا پڻ لڳائيندا آهن.

ڊاڪٽرن جي هڪ ٽيم ڳوٺن ۾ ٽڪا لڳائڻ کان پوءِ ماڻهن کي صحت جي حفاظت جا اصول پڻ ٻڌايا ۽ ڳوٺاڻن کي ٻڌايو ته گندي پاڻي کي گهرن ۾ گهڙڻ ۽ گهٽين ۾ بيهڻ نه ڏجي پر ان جي نيڪال جو جوڳو بندوبست به ڪرڻ گهرجي ڇاڪاڻ ته مکيون ۽ مڇر گندي پاڻي ۾ ئي وڌن ٿا. ٽڪن جو ڪورس به وقت سر مڪمل ڪرائڻ گهرجي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 ٻارن کي ڪهڙي بيماريءَ کان بچڻ جا ڦڙا پياريا ويندا آهن؟**

**جواب:** ٻارن کي پوليو کان بچڻ جا ڦڙا پياريا ويندا آهن.

**سوال نمبر:2 ٻارن کي ڪهڙين ڪهڙين بيمارين جا ٽڪا لڳايا ويا؟**

**جواب:** ٻارن کي ٽي بي، وڏي کنگهه، ڳلي جي بيماري، ارڙي، نمونيا، مدي جي بخار ۽ سائي کان بچاءَ جا ٽڪا لڳايا ويا.

**سوال نمبر:3 مکين ۽ مڇرن کان ڪهڙيءَ ريت بچاءُ ڪري سگهجي ٿو؟**

جواب: گندي پاڻي کي رستن ۽ گهرن ۾ نہ بيهڻ ڏجي ۽ ان جي نيڪال جو جوڳو بندوبست ڪري مڇرن ۽ مکين کان بچاءُ ڪري سگهجي ٿو.

**سوال نمبر:4 ڊاڪٽرن ڳوٺ جي ماڻهن کي صحت جا ڪهڙا اصول ٻڌايا؟**

جواب: ڊاڪٽرن ڳوٺ جي ماڻهن کي ٻڌايو تہ گندي پاڻي کي نہ بيهڻ ڏنو وڃي. ڪاڌو صاف سٿرو ۽ تازو کائڻ گهرجي. ڪاڌي کائڻ کان پهرين هٿ چڱي طرح ڌوئڻ گهرجن. ٻارن جي حفاظتي ٽڪن جو ڪورس وقت سرڪرائجي.

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

حفاظتي _ اُپاءُ _ عملو _ اُصول _ پيدائش

جواب: لفظن جي معني الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسندا. باقي جملا هيٺ ڏجن ٿا.

| لفظ | جملا |
|---|---|
| حفاظتي | اسان کي گهرجي تہ ٻارن کي حفاظتي ٽڪا لڳرايون. |
| اُپاءُ | حڪومت ننڍن ٻارن جي خطرناڪ بيمارين کان بچڻ لاءِ اُپاءُ وٺي رهي آهي. |
| عملو | پوليو جا ڦڙا پيارڻ لاءِ عملو گهر گهر تي ايندو آهي. |
| اُصول | ڊاڪٽر صاحب صحت جي حفاظت جا اصول ٻڌايا. |
| پيدائش | ٻارن کي پيدائش کان وٺي پنجن سالن جي عمر تائين حفاظتي ٽڪا لڳائبا آهن. |



**(ج) هيٺ ڏنل واحد لفظن جا جمع ۽ جمع جا واحد لکو.**

| واحد | جمع | واحد | جمع |
|---|---|---|---|
| ٽڪو | ٽڪا | حڪومت | حڪومتون |
| بيماري | بيماريون | ڪاڏو | ڪاڏا |

**(د) پنهنجي ڳوٺ جي صفائيءَ جي باري ۾ اخبار لاءِ رپورٽ لکي ڏيکاريو.**

جواب: اسان جي ڳوٺ جند ديرو ۾ صفائي جو ڪو جوڳو انتظام ٺيڪ ڪونهي، خاص ڪري گهرن مان نڪرندڙ ڪني پاڻي جي نيڪال جو ڪوبہ انتظام ٺيڪ ڪونهي، جنهن ڪري ڪنو پاڻي گهٽين ۾ بيٺل رهي ٿو. ان بيٺل ڪني پاڻي ۾ مڇر ۽ مکيون ٿين ٿيون. جنهن ڪري مختلف قسم جو بيماريون پڻ پکڙي رهيون آهن.

(هه) ضمير متڪلم، ضمير غائب ۽ ضمير حاضر:

(i) آءٌ ـ مان ـ اسين ـ اهي لفظ "ضمير متڪلم" آهن. اوهين انهن لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو:

(الف) آءٌ چوٿين ڪلاس ۾ پڙهان ٿو.

(ب) مان ماني کاوان ٿو.

(ج) اسين پاڪستاني آهيون

(ii) هو ـ اهي ـ انهن ـ اهي لفظ "ضمير غائب" آهن. اوهين انهن لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو:

(الف) هو ڊوڙي رهيو آهي.

(ب) اهي نماز پڙهن ٿا.

(ج) انهن ماني کاڌي.

(iii) تون ـ توهان ـ اهي لفظ "ضمير حاضر" آهن. اوهان انهن لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو:

(الف) تون هوشيار شاگرد آهين.

(ب) توهان والدين جي خدمت ڪندا آهيو.



# سبق سورهون

## تندرستي (بيت)

### ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| تندرستي | صحت | نعمت | بخشش |
| عجيب | عجب جهڙي | شاهوڪار | امير |
| ڪاڻ | لاءِ | مال | ملڪيت |
| اڻ مٽيا | قيمتي | وٽس | ان وٽ |
| رلن | اجايا پيل هجن | هيرا | قيمتي پٿر |
| موتي | قيمتي پٿر | سگهو | خوش، مضبوط |
| سارو | سڄو | ڌن | دولت |
| سچي | حقيقي | جيءُ | جان |
| املهه | قيمتي | ڳڻتي | فڪر، اونو |
| جڳائي | رکجي | ڦٽائي | خراب ڪري |
| گنڍين | ڪنين | نت | هميشه |
| تن | بدن، جسم | | |

### ❁ بيتن جي سمجهاڻي ❁

آهي تندرستي، نعمت هڪ عجيب،
جهڙي شاهوڪار لئه تهڙي ڪاڻ غريب.

شاعر محمد صديق مسافر چوي

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته تندرستي الله تعاليٰ طرفان بخشيل هڪ اڃرج جهڙي نعمت آهي، جيڪا امير ۽ شاهوڪار ماڻهن ۽ غريبن لاءِ هڪ جيتري ئي ضروري آهي.

مال خزانا ڪيترا، ڪنهن وٽ لک هجن،
هيرا موتي اڻ ميا، وٽس پيا رلن،
پر جي هوندو ڪين ڪي، سگهو تنهن جو تن،
ته وٽندو ڪين تنهن ڪي، اهو سارو ڌن.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته ڪنهن وٽ ڪٿي ڪيتري ئي دولت ڇو نه هجي. پل ڪٿي هيرا موتي وٽس اجايا پيل هجن پر جيڪڏهن صحت نه هوندس ۽ چڱو ڀلو نه هوندو ته هوند اها سڄي ملڪيت ۽ دولت مورڳو وٽندس ئي ڪان.

آهي تندرستي، دولت سڄي سا،
جيءُ خوش جهان خوش، ائين چون ٿا،
اهڙي املهه شيءِ جي، ڳڻتي جڳائي،
ڇڏڻ گهرجي ڪين ڪي، تنهن ڪي ڦٽائي.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اصل ۾ حقيقي دولت ته صحت جي دولت آهي. جيڪڏهن انسان جي جان خوش هوندي ۽ چڱو ڀلو هوندو ته سڄو جهان پيو وٽندس ۽ انسان کي اهڙي قيمتي شيءِ جي فڪر ڪرڻ گهرجي ۽ ان کي



نقصان نه پهچائجي.

گندين عادتن کان، پاسو نت ڪجي،
صفائي تي هر طرح، سدا ڌيان ڏجي.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته هميشه گندين عادتن کان پاسو ڪري سٺا لڇڻ ڌارجن ۽ صفائي تي هر طرح سان هر ممڪن ڌيان ڏجي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 هن بيت ۾ توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ وڻي ٿو ۽ ڇو؟**

**جواب:** هن بيت ۾ اسان کي هيٺيون بند وڌيڪ وڻي ٿو:

گندين عادتن کان، پاسو نت ڪجي،
صفائي تي هر طرح، سدا ڌيان ڏجي.

هي بند مون کي ان ڪري وڻي ٿو جو هن بند ۾ اسان کي گندين عادتن کان پاسو ڪرڻ جي هدايت ڪئي وئي آهي. جيڪڏهن ڪوبه انسان گندين عادتن کان پاسو ڪندو ته هر طرح جي ڪاميابي ماڻي سگهندو.

**سوال نمبر:2 تندرستي نه هوندي ته ڇا ٿيندو ۽ ڇو؟**

جواب: تندرستي نه هوندي ته ڪنهن ڪي به مال ۽ دولت نه وڻندي ڇاڪاڻ جو جيڪو ماڻهو بيمار هوندو ان کي پنهنجي جسماني صحت جو گهڻو فڪر هوندو آهي. انهيءَ ڪري سياڻن جو قول آهي ته جيءُ خوش ته جهان خوش.

**سوال نمبر:3 صفائي تي ڌيان ڪيئن ڏجي؟**

جواب: اسان کي گهرجي ته اسان بدن ۽ ڪپڙن جي صفائي تي گهڻو ڌيان ڏيون، صاف ڪپڙا پايون، جسم کي وهنجي سهنجي صاف سٿرو رکجي. خراب شين کان پاسو ڪرڻ گهرجي. گهر کي هميشه صاف سٿرو رکجي.

**سوال نمبر:4 "جيءُ خوش، جهان خوش" مان ڇا مراد آهي؟**

جواب: جيءُ خوش، جهان خوش مان مراد آهي ته جيڪڏهن اسان جي جان خوش هوندي ۽ ماڻهو چڱو ڀلو هوندو ته سڄو جهان پيو وڻندس.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

شاهوڪار _ ڪاڻ _ سگهو _ ڏن _ تن _ املهه _ نت

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو باقي جملا هيٺ ڏجن ٿا:



| لفظ | جملا |
| --- | --- |
| شاهوڪار | اسرار شاهوڪار ماڻهو آهي. |
| ڪاڻ | اسان کي ٻين ڪاڻ جيئڻ گهرجي. |
| سگهو | اسلم سگهو ڇوڪرو آهي. |
| ڏن | اقبال کي الله تعاليٰ گهڻو ڏن ڏنو آهي. |
| تن | اسان کي تن جي صفائي جو خيال رکڻ گهرجي. |
| املهه | استاد کي املهه معلومات آهي. |
| نت | نِت والدين کي مانُ ڏجي. |

**(ج) هن نظم ۾ تندرستي جي جيڪا اهميت بيان ٿيل آهي اها پنهنجي لفظن ۾ لکو.**

جواب: هن نظم ۾ تندرستي جي اهميت بيان ڪندي شاعر چوي ٿو ته تندرستي به هڪ عجيب نعمت آهي. اها جهڙي امير لاءِ ضرورت آهي تهڙي غريب لاءِ. امير ماڻهو وٽ ڪيترا به مال ۽ خزانا موجود هجن پر ڪيس تندرستي نه هجي ته سندس اهي مال خزانا رلندا رهندا. ڪيس ڪا به پرواهه نه هوندي آهي. ڪيس تندرستي جي وڏي پرواهه هوندي آهي. وڏيڪ شاعر تندرستي جي اهميت بيان ڪندي ٻڌائي ٿو ته تندرستي حقيقي دولت آهي. جنهن جي هر وقت هر ماڻهوءَ کي ڳڻتي رهي ٿي.

**(د) هيٺ ڏنل بند جي سمجھاڻي لکو.**

آهي تندرستي، نعمت هڪ عجيب،
جھڙي شاهوڪار لئہ تهڙي ڪاڻ غريب.

**سمجھاڻي:** هن بند ۾ شاعر چوي ٿو تہ تندرستي الله تعاليٰ طرفان بخشيل هڪ عجيب نعمت آهي، جيڪا امير ۽ شاهوڪار ماڻهن ۽ غريبن لاءِ هڪ جيتري ئي ضروري آهي.

**(هہ) هي بيت زباني ياد ڪريو ۽ گڏجي سُر سان پڙهو.**

**جواب:** استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾ مڪمل ڪرائي.

**(و) هيٺ ڏنل عبارت پڙهي درست سوالن جا جواب ڏيو:**

صاف سُٿري ماحول ۾ رهڻ گهرجي. پاڻي بہ صاف استعمال ڪجي. ڪاڏو وقت تي کائجي. ننڊ صحت لاءِ ضروري آهي. گهٽي ننڊ سُستي پيدا ڪري ٿي. صحت کي برقرار رکڻ لاءِ بدني ورزش ضروري آهي. تندرستي، جهڙي ٻي ڪا نعمت ناهي. اِها هڪ بي بها موتي آهي، جيڪا خريد نہ ٿي ڪري سگهجي. خوشنصيب انسان اهو آهي، جيڪو تندرست آهي.



**سوال نمبر:1 اسان کي ڪهڙي ماحول ۾ رهڻ گهرجي؟**

**جواب:** اسان کي صاف سٿري ماحول ۾ رهڻ گهرجي.

**سوال نمبر:2 ڪهڙو پاڻي استعمال ڪرڻ گهرجي؟**

**جواب:** صاف پاڻي استعمال ڪرڻ گهرجي.

**سوال نمبر:3 ڪاڏو ڪڏهن کائجي؟**

**جواب:** ڪاڏو وقت تي کائجي.

**سوال نمبر:4 خوشنصيب انسان ڪير آهي؟**

**جواب:** خوشنصيب انسان اهو آهي جيڪو تندرست آهي.

**سوال نمبر:5 صحت کي برقرار رکڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟**

**جواب:** صحت کي برقرار رکڻ لاءِ بدني ورزش ڪرڻ ضروري آهي.

## سبق سترهون

# قومي جذبو

### ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| جذبو | جوش، ولولو | برّي فوج | زميني فوج |
| اڪ ڪٽي نهارڻ | جرائت ڪرڻ | بحري فوج | سامونڊي فوج |
| انداز | مقدار | مجاهد | جهاد ڪرڻ وارو |
| ڀارت | هندستان | مانُ | عزت |
| جانباز | جان ڏيڻ وارو | مٿانهون | اوچو |
| فولادي | مضبوط | ديوار | ڀت |
| رُڪ | فولاد | سر جو سانگو لاهڻ | موت کان نه ڊڄڻ |
| نمائش | ڏسڻ لاءِ رکيل شيون | حب الوطني | وطن لاءِ دلي محبت جو جذبو |



| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| همت | طاقت | بهادر | سورهه |
| چستي | چالاڪي | سانگو | پرواهه |
| محاذ | مورچو | نهارڻ | ڏسڻ |
| اطلاع | خبر | ڇڙوڇڙ | ڌار ڌار، منتشر |

### ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

جنهن ملڪ جي ماڻهن ۾ قومي جذبو ۽ پنهنجي ملڪ سان پيار هوندو آهي. ان ملڪ ڏي دشمن ميري اک سان ڪڏهن به نه ڏسي سگهندو آهي. اهڙا ڪيترا مثال دنيا ۾ موجود آهن. اسان جي قوم به 1965ع جي جنگ ۾ اهڙي طريقي جو مثال قائم ڪري چڪي آهي.

اسان جي پاڙيسري ملڪ هندستان 6 سيپٽمبر 1965ع تي بغير اطلاع جي اوچتو رات جي وقت حملو ڪري ڏنو. هندستان جي فوجين اهو سوچيو ته اسين چند ڪلاڪن اندر لاهور فتح ڪري پاڪستان کي شڪست ڏينداسون. پر پاڪستان تي جان ڏيڻ وارن فوجين ۽ بهادر شهرين هندستان جي فوجين کي اهڙي ته موٽ ڏني جو سندن حوصلا خطا ٿي ويا ۽ پوئتي ڀڄڻ لڳا.

هندستاني فوج 12 سيپٽمبر 1965ع تي سيالڪوٽ تي سپ کان وڌو ٽئنڪن سان حملو ڪيو اسان جي جانباز فوجين پنهنجون ٽئنڪون دشمن جي ٽئنڪن سان ٽڪرائي سندن حوصلا خطا ڪري ڇڏيا ۽ اهي ڇڙوڇڙ ٿي پوئتي ڀڳا.

14 سيپٽمبر تي دشمن وري سيالڪوٽ محاذ تي انتهائي سخت حملو ڪيو اهو حملو بہ ڪيس ڳچي ۾ پئجي ويو ۽ دشمن کي منهن ڀيلو ڪري واپس ڀڄڻو پيو.

پاڪستان جي بري فوج، هوائي فوج ۽ سامونڊي فوج اهڙا تہ ڪارناما سرانجام ڏنا جو اڄ ڏينهن تائين دشمن وري اڳرائي ڪرڻ کان پاسيرو ٿيو وينو آهي. اسان جي ملڪ جو ڳاٽ اوچو رهيو. الله تعاليٰ جي مهرباني، سپاهين جي دليري، هوائي فوج جي ذهانت ۽ سامونڊي فوج جي همت دشمن جون وايون بتال ڪري ڇڏيون.

ان سان گڏوگڏ اسان جي ملڪ جي شهرين بہ پاڻ ملهايو انهن پنهنجي سپاهين جي جذبي کي وڌائڻ لاءِ فنڊ قائم ڪيا. واپارين تہ پئسن جا منہ کولي ڇڏيا. اهڙي طرح عام شهرين، غريب، پورهيت ۽ اسڪولي ٻارن بہ پنهنجي وت آهر اهڙي تہ حوصلہ افزائي ڪئي جو اسان جي فوج اڄ بہ پنهنجي قوم جي ان احسان کي ياد ڪندي اچي ٿي.

اسان کي گهرجي تہ اسين پنهنجي ڪمائي مان ڪجھ بچائي پنهنجي ملڪ جي حفاظت لاءِ رکون تہ جيئن اسان جا ادارا مضبوط رهن ۽ اسان دشمن جي هر بُري ارادي کان محفوظ رهون ۽ پنهنجي وطن جي خدمت ۽ ان جي تعمير ۽ ترقي لاءِ آزادي سان ڪم ڪري سگهون.



## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 1965ع واري جنگ ۾ اسان جي ملڪ تي ڪنهن حملو ڪيو؟**

**جواب:** 1965ع واري جنگ ۾ اسان جي ملڪ تي هندستان حملو ڪيو.

**سوال نمبر:2 پاڪستان جي فوج 1965ع واري جنگ ۾ ڪهڙي بهادري ڏيکاري؟**

**جواب:** پاڪستان جي فوج 1965ع واري جنگ ۾ هندستان جي فوجي ٽئنڪن، بحري جهازن ۽ هوائي جهازن جي حملن کي انتهائي بهادري سان ناڪام بڻائي ڇڏيو ۽ ائين هندستان جي فوج کي بدترين شڪست نصيب ٿي.

**سوال نمبر:3 پاڪستان جي عوام ان وقت حڪومت جي ڪهڙي مدد ڪئي؟**

**جواب:** پاڪستان جي عوام ان وقت حڪومت جي دل کولي مالي مدد ڪئي.

**سوال نمبر:4 پاڪستان جي بحري فوج، ڀارت جي ڪهڙي بندر تي حملو ڪيو؟**

**جواب:** پاڪستان جي بحري فوج، ڀارت جي دوارڪا بندر تي حملو ڪيو.

سوال نمبر:5 بچت ڪرڻ ڇو ضروري آهي؟

جواب: بچت ڪرڻ ان لاءِ ضروري آهي تہ جيئن ملڪ ۽ قوم جي ڏکئي وقت ۾ مدد ڪري سگهون.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪر آڻيو:**

حب الوطني ـ همت ـ فولادي ـ بهادر ـ چستي

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو باقي جملا هيٺ ڏجن ٿا:

| لفظ | جملا |
|---|---|
| حب الوطني | حب الوطني ايمان جو حصو آهي. |
| همت | اسان جي ملڪ ڏانهن ميري اک سان ڪنهن کي بہ نهارڻ جي همت نہ ٿيندي. |
| فولادي | پاڪستان جي فوج فولادي ديوار بڻجي دشمن کي پوئتي ڌڪي ڇڏيو. |
| بهادر | اسان جي فوج دنيا جي بهادر فوج آهي. |
| چستي | 1965ع اسان جي هوائي فوج پارت تي وڏي چستيءَ سان بمباري ڪئي. |

**(ج) هيٺ ڏنل جملا درست ڪري لکو:**

- مون ڪتاب ڦاڙي آهي.



درست جملو: مون ڪتاب ڦاڙيو آهي.

- دل ڌڙڪي ٿو

درست جملو: دل ڌڙڪي ٿي

- سنو موسم آهي

درست جملو: سني موسم آهي

**(د) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

| لفظ | ضد | جملي ۾ استعمال |
|---|---|---|
| گهٽو | ٿورو | پاڪستان جي آبادي گهٽو ڪري ٻهراڙي ۾ رهي ٿي. |
| غريب | امير | اڪرم ويچارو غريب شاگرد آهي. |
| دشمن | سڄڻ | اسان جي فوج دشمن کي شڪست ڏني. |
| آزاد | غلام | پاڪستان هڪ آزاد ملڪ آهي. |
| جنگ | امن | پاڪستان ۽ هندستان جي وچ ۾ جنگ لڳي هئي. |
| ڪامياب | ناڪام | 1965ع جي جنگ ۾ پاڪستان ڪامياب ٿيو. |

**(هـ) هيٺ ڏنل لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

جا ـ جو ـ جي

مثال طور: اسان جا گهر سهڻا آهن.

(i) اڪبر ............ ڪتاب ڪٽي ڏي.

جواب: جو

(ii) اوهان ............ گهر ۾ ڪمپيوٽر آهي.

جواب: جي

(iii) اهي اسان ............ ڪتاب آهن.

جواب: جا

(و) هيٺ ڏنل جملا پڙهو ۽ سمجهو:

(i) انب مٺو آهي.

(ii) اسلم ٿلهو آهي.

(iii) هاٿي وڏو جانور آهي.

مٿي ڏنل جملن ۾ ليڪ ڏنل لفظ صفت آهن. اوهين ڪي ٻه ٽي اهڙا صفت جا لفظ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو.

(i) يوسف سهڻو ڇوڪرو آهي.

جواب: سهڻو

(ii) علي ذهين شاگرد آهي.

جواب: ذهين

(iii) اُٺ ڊگهو جانور آهي.

جواب: ڊگهو



(ز) 23 مارچ يا 14 آگسٽ جي مناسبت سان ٽيندڙ ڪنهن تقريب ۾ جيڪڏهن اوهان حصو ورتو هجي ته ان جو احوال لکو ۽ ٻڌايو.

جواب: استاد صاحب اسڪول ۾ ٽيندڙ مٿين ڪنهن به تقريب جو احوال ٻارن کي ٻڌائي ۽ پوءِ ٻارن کي چوي ته اهو احوال پنهنجي لفظن ۾ لکي ڏيکارين.

## سبق ارڙهون

# وڏي ٻوڏ

### ☸ نون لفظن جي معنيٰ ☸

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ٻوڏ | پاڻي جي اُٿل | تعمير | اڏاوت |
| ٿئي | پيجي | ڏسندي ڏسندي | ٿوري عرصي ۾ |
| صورت | شڪل | تباهي | بربادي |
| ماڳن | هنڌن | ڪوشش | تحرڪ |
| امدادي | مدد ڪندڙ | بَري | پيادل |
| بحري | پاڻي واري / ساموندي | هوائي | فضائي |



| | | | |
|---|---|---|---|
| جوان | فوجي | سماجي | معاشرتي |
| ڀلائي | چڱائي | متاثر | اثر هيٺ آيل |
| نڀائيندي | ادا ڪندي | ٻوڏ ستايلن | ٻوڏ متاثرن |
| اجهن | گهرن | اڏائي | تعمير ڪرائي |
| بند | روڪ | ڏتڙيل | متاثر |
| رضاڪار | مفت خدمت ڪندڙ | فلاحي | ڀلائي وارو |
| ڪارڪن | ڪم ڪندڙ | اختيار | وَسُ |
| دٻاءُ | زور | سرندي وارو | هوند وارو |
| محفوظ | سلامت، قابو | | |

### ☸ سبق جو حاصل مطلب ☸

2010ع ۾ سنڌ ۾ وڏي ٻوڏ آئي. اها ٻوڏ سنڌو درياهه تي گڊو بئراج وٽ تعمير ٿيل ٽوڙي بند ٽٽڻ ڪري آئي. بند ٽٽڻ جي ڪري درياهه جو پاڻي اٿلي پيو ۽ وڏي تباهي جو سبب بڻيو.

ٻوڏ دوران حڪومت انساني جانين کي بچائڻ جي وڏي ڪوشش ڪئي ۽ لکين ماڻهن کي امدادي ٽيمن ذريعي محفوظ هنڌن تي پهچايو ويو. هن ٻوڏ ۾ ڊزاسٽر مينيجمينٽ اٿارٽي، پاڪستاني فوج، سنڌ گريجوئيٽس

ايسوسيئيشن ۽ ٻين ڪيترين ئي سماجي ڀلائي جي تنظيمن وسان ڪو نه گهٽايو. ٻوڏ دوران سنڌ جي مڙني ماڻهن همت ۽ وس آهر ٻوڏ ستايلن جي مدد ڪئي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 سنڌ ۾ وڏي ٻوڏ ڪڏهن آئي؟**

**جواب:** سنڌ ۾ وڏي ٻوڏ 2010 ۾ آئي.

**سوال نمبر:2 اها ٻوڏ ڪهڙو بند ٽٽڻ جي سبب آئي؟**

**جواب:** اها ٻوڏ ٽوڙي واري بند ٽٽڻ جي سبب آئي.

**سوال نمبر:3 ٽوڙيءَ وارو بند ڪٿي آهي؟**

**جواب:** ٽوڙيءَ وارو بند گڊو بئراج وٽ آهي.

**سوال نمبر:4 ٻوڏ دوران ڪهڙن ڪهڙن ادارن فلاحي ڪمن ۾ حصو ورتو؟**

**جواب:** ٻوڏ دوران ڊزاسٽر مينيجمينٽ اٿارٽي، بَري، بحري ۽ هوائي فوج، سنڌ گريجوئيٽس ايسوسيئيشن ۽ هلال احمر فلاحي ڪمن ۾ حصو ورتو.

**سوال نمبر:5 ٻوڏ ستايل ماڻهن جي ڪهڙيءَ ريت مدد ڪئي وئي؟**

**جواب:** ٻوڏ ستايلن جي کاڌ خوراڪ ۽ مالي مدد



ڪئي وئي ۽ ڪين گهر ٻه اڏائي ڏنا ويا.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

بند _ ڏتڙيل _ رضاڪار _ فلاحي _ ڪارڪن

**جواب:** لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو باقي جملا هيٺ ڏجن ٿا:

| لفظ | جملا |
|---|---|
| بند | 2010ع ۾ ٽوڙيءَ وارو بند ٽٽي پيو. |
| ڏتڙيل | ڪيترين تنظيمن ڏتڙيل ماڻهن کي کاڌ خوراڪ پهچايو. |
| رضاڪار | هن مها ٻوڏ ۾ رضاڪارن مدد ڪرڻ ۾ پنهنجي وسان ڪو نه گهٽايو. |
| فلاحي | ماڻهن جي ڀلائي لاءِ ڪيترائي فلاحي ادارا قائم ٿيل آهن. |
| ڪارڪن | نيشنل ڊزاسٽر مئنيجمينٽ اٿارٽي جي ڪارڪنن هن ٻوڏ ۾ ماڻهن کي محفوظ هنڌن تي پهچايو. |

**(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا ضد لکو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو:**

حياتي _ خانگي _ جديد _ گڏ

| لفظ | ضد | جملي ۾ استعمال |
| --- | --- | --- |
| حياتي | موت | ر ضاڪارن ڪيترن ماڻهن جي حياتي بچائي. |
| خانگي | سرڪاري | خانگي ادارن بہ هن ٻوڏ ۾ وڏي مدد ڪئي. |
| جديد | قديم | هن دور ۾ جديد مشينون اچي ويون آهن. |
| گڏ | الڳ | پاڪ فوج بہ ڏتڙيل ماڻهن سان هر وقت گڏ هئي. |

**(د) هاڪاري جملن کي ناڪاري جملن ۾ تبديل ڪريو.**

جيئن: آءٌ اڄ اسڪول ويندس.

ناڪاري جملو: آءٌ اڄ اسڪول نہ ويندس.

(i) هي منهنجو دوست آهي.

جواب: هي منهنجو دوست نہ آهي.

(ii) اسين راتي باغ گهمڻ وڃون ٿا.

جواب: اسين راتي باغ گهمڻ نہ وڃون ٿا.

(iii) هوءَ بئنڪ ڏانهن ويئي.

جواب: هوءَ بئنڪ ڏانهن نہ ويئي.



**(هہ) ٻوڏ اچڻ جا ڪهڙا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟ بيان ڪريو.**

**جواب:** ٻوڏ اچڻ جا ڪيترائي ڪارڻ آهن. جن مان ڪجھ هي آهن.

(i) بندن جو مضبوط نہ هجڻ

(ii) ٻوڏ جي اچڻ جو اطلاع بروقت نہ ملڻ

(iii) ڪنهن بہ بند کي ڪنهن سازش تحت ٽوڙڻ

(iv) دريائن ۾ متان ڪان پاڻي جو وڏي وڃڻ ۽ انهيءَ دوران زور دار برساتون پوڻ.

**(و) قدرتي آفتن دوران ريڊيو، ٽيليويزن ۽ ٻيا سُڌ سماءَ جا ذريعا ڪهڙو ڪردار ادا ڪندا آهن؟ بيان ڪريو.**

**جواب:** قدرتي آفتن دوران ريڊيو ۽ ٽيليويزن ۽ ٻيا سُڌ سماءَ جا ذريعا هڪ وڏو مثبت ڪردار ادا ڪندا آهن. ماڻهن اندر آفتن کان اڳ آگاهي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪندا آهن. عوام کي معلومات ڏئي ڪري ڪين آفتن کان بچڻ جا رستا ٻڌايا ويندا آهن. ٽيليويزن تي انهن آفتن جو سڌو سنئون منظر پيش ڪيو ويندو آهي ۽ ان کان بچاءَ جون صورتون تصويري طور تي ڏيکاريون وينديون آهن. ان کان علاوه ماهرن کي اسڪرين تي گهرائي انهن کان تازي صورتحال پڇا ڪئي ويندي آهي. اهڙي طرح آفتن ۾ مبتلا ماڻهن جي مدد لاءِ اعلان ڪرايا ويندا آهن تہ جيئن

انهن لاءِ حفاظتي اپاءَ ورتا وڃن ۽ ڪين وڌيڪ آفتن ۾ مبتلا ٿيڻ کان بچايو وڃي.

(ز) قدرتي آفتن دوران اسان کي ڪهڙو رويو اختيار ڪرڻ گهرجي؟

جواب: قدرتي آفتن دوران اسان کي مثبت رويو اختيار ڪرڻ گهرجي. آفتن ۾ مبتلا ماڻهن جي مدد لاءِ هر قسم جو تعاون ڪرڻ گهرجي. انهن جي جان، مال جي حفاظت لاءِ جوڳا بندوبست ڪرڻ گهرجن. انهن کي محفوظ جڳهن تي پهچائڻ گهرجي. انهن جي کاڌ، خوراڪ ۽ مالي مدد پڻ ڪرڻ گهرجي.



## سبق اوڻيهون

# منڊائتا مينهن (بيت)

### ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| سارنگ | مينهن | سار | ياد، سنڀار |
| لڳ | واسطي | ارزان | سستو، سهانگو |
| وسائيج | آباد ڪج | سک | آرام |
| لالڻ | محبوب، پيارو | رت | موسم، منڊ |
| رسڻ | ڪاوڙجڻ | سنگهار | ڀاڳيو، مال وارو |
| وٺاٺين | ماڳ تي | پلر | مينهن |
| وطن | ملڪ، ديس | تاساريون | اڃايل |
| سارنگ | مينهن | ڏايون | ڏڌ ٿيل |
| پُوڄ | گهٽو | منڊائتا | موسم وارو |
| لُڪ | گرم هوا | | |

### ❁ بيتن جي سمجهاڻي ❁

سارنگ سار لهيج، الله لڳ اُڃين جي،<br>
پاڻي پوڄ پٽن تي، ارزان ان ڪريج،<br>
وطن وسائيج، تہ سنگهارن سک ٿئي.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح فرمائي ٿو ته سارنگ الله جي واسطي اڄايلن جي سار لهجان، پاڻي گهڻو وسائجان ءِ جو پٽ پاڻي سان ڀرجن ته اُن جام ٿئي وطن آباد ٿئي ۽ ڀاڳين ۽ مال وارن کي سک نصيب ٿئي.

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪڪريون ڪاريون،
وسي ٿو وڏ ڦڙو، ٺهڪن ٽيون ٽاريون،
لٿن لک "لطيف" چئي، ڍايون تاساريون،
ڀڄنديون ڀٽاريون، وري وٿاڻين آئيون.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر حضرت شاهه لطيف رح فرمائي ٿو ته اڄ به اتر طرف ڏي ڪارا ڪڪر ڏسجي رهيا آهن. وڏ ڦڙو مينهن وسي رهيو آهي. وڻ ٽڻ ساوا ٿي ويا آهن، ڀٽاريون ڏءِ ڪري پنهنجي ماڳ تي موٽي آيون آهن.

اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪڪر ڪيائين،
منڌائتي مينهن جي، رت نه روڪيائين،
پلر پلٽائين، سانگين گهڻا سک ٿيا.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر حضرت شاهه لطيف رح فرمائي ٿو ته اڄ به اتر طرف ڏي ڪڪر ظاهر ٿيا آهن الله سائين ڪڏهن به منڌائتي مينهن کي روڪيو نه آهي ايترو مينهن وٺو جو سانگي خوش ٿي ويا.



## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

سوال نمبر:1 هن بيت مان اوهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ پسند آهي؟

**جواب:** هن بيت مان مون کي هيٺيون بند وڌيڪ پسند آهي.

سارنگ سار لهيج، الله لڳ اُڃين جي،
پاڻي پوڄ پٽن تي، ارزان اَن ڪريج،
وطن وسائيج، ته سنگهارن سک ٿئي.

سوال نمبر:2 جيڪو بند توهان کي وڌيڪ وڻي ٿو، اُهو ڇو ٿو وڻي؟

**جواب:** هي بند مون کي ان ڪري وڻي ٿو جو هن بند ۾ الله تعاليٰ کان سک سلامتي ۽ وطن جي ترقي جي دعا ٿيل آهي.

سوال نمبر:3 هن بيت ۾ شاعر ڪهڙين ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي؟

**جواب:** هن بيت ۾ شاعر مينهن، ساوڪ، سک ۽ سڪار جو ذڪر ڪيو آهي.

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ پڙهايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:

سارنگ _ سار _ ارزان _ سنگهار _ تاساريون _ ڏايون

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو باقي جملا هيٺ ڏجن ٿا:

| لفظ | جملا |
|---|---|
| سارنگ | اڄ سارنگ جو آسرو آهي. |
| سار | اسان کي غريبن جي سار لهڻ گهرجي |
| ارزان | هاڻي شين جي قيمت ارزان ٿي وئي آهي. |
| سنگهار | برسات جي ڪري سنگهار خوش ٿيندا آهن. |
| تاساريون | گهٽي پاڻي هجڻ ڪري تاساريون خوش نظر ايندڙيون آهن. |
| ڏايون | مينهن جي پاڻي ڪري تاساريون ڏايون ٿي ويندڙيون آهن. |

(ج) هيٺ ڏنل نون لفظن کي پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻيو:

واه واه _ افسوس _ بلي بلي _ شاباس _ او

| نوان لفظ | جملا |
|---|---|
| (i) واه واه! | تو ته نوان ڪپڙا پاتا آهن. |
| (ii) افسوس! | چاچو قمرالدين مري ويو. |
| (iii) بلي بلي! | اسان جي ڪرڪيٽ ٽيم مئچ کٽي |



| | ورتي آهي. |
|---|---|
| (iv) شاباس! | فيصل تو ماڻهو جي جان بچائي وڏو اهم ڪم ڪيو آهي. |
| (v) او! | ڇوڪرا ڇو ٿو ٻارن کي مارين؟ |

(د) شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ رح جن بيتن ۾ ڦهرتي نظارن جو ذڪر ڪيو آهي. انهن کي پنهنجي لفظن ۾ لکي ڏيکاريو.

جواب: شاهه عبداللطيف ڀٽائي هنن بيتن ۾ قدرتي نظارن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو ته هر طرف آسمان تي ڪارا ڪڪر ڇانيل آهن ۽ زبردست برسات وسي پئي ۽ برسات جي زور جي ڪري ٽاريون پيون ٽهڪن، مال وڻاٽن ڏانهي پيو وڃي.

(هه) هيٺ ڏنل لفظن جا هم آواز لفظ لکو.

لهيج ________ وسائيج

ٽاريون ________ ڪاريون

ڪيائين ________ روڪيائين

(و) مينهن بابت اوهان ڀيو ڪو نظم پڙهيو هجي ته ٻڌايو.

جواب: مينهن بابت اسان سنڌي شاعري جي سردار حضرت شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ جو هي به نظم پڙهيو آهي.

(i) اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪڪر ٿو ڪري،

روضي پاڪ رسول جي، پلٽيو پٽ پري،
وڃن ساڻ وري، تہ سنگهارن سڪ ٿئي

(ii) اڄ پڻ اتر پار ڏي، تاڙي ڪئي تنوار،
هارين هر سنڀائيا، سرهاڻيا سنگهار،
اڄ پڻ منهنجي ياد، وسڻ جا ويس ڪيا.

(iii) اڄ پڻ اتر پار ڏي، ڪارا ڪڪر ڪيس،
وڃون وسڻ آئيون، ڪري لعل لِبيس،
پرينءَ جي پرديس، مون کي مينهن ميڙيا.

(ز) هيٺ ڏنل تصوير ۾ جيڪو منظر آهي، ان بابت پئرا گراف لکو.

**جواب:** هي برسات جو منظر آهي. جنهن ۾ ٻار راند ڪندي نظر اچن ٿا. رستي تي جمع ٿيل پاڻي ۾ مختلف راندين ذريعي ٻار ڏاڍا خوش نظر اچن ٿا. ڇوڪريون تہ ڪاغذ جون ٻيڙيون ٺاهي جمع ٿيل پاڻي ۾ تاري رهيون آهن.

سبق ويهون

# ماحول جي صفائي

## ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ماحول | جيڪو ڪجهه چوڌاري يا آس پاس هجي | | |
| بابت | متعلق | سونهن | خوبصورتي |
| برقرار | قائم | تبديلي | بدلجڻ |
| سلامتي | بقا | نقصان | ڇيهو |
| وڌڻ | گهڻو ٿيڻ | واهپو | استعمال |
| گدلاڻ | گندگي | خطرناڪ | نقصانڪار |
| زهريلو | زهر وارو | وڍڻ | ڪٽڻ |



| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| وڻڪاري | وڻ پوکڻ | ريت | طرح |
| بهتر | سٺو | خوبصورت | سهڻو |
| مقدار | انداز، ماپ | رَسندو | پهچندو |
| سبب | ڪارڻ | ماحول | وايو منڊل، اردگرد |

## ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

ڪلاس ۾ استاد شاگردن کي ٻڌايو تہ ماحول جي صفائي سيني ساهوارن لاءِ بي انتها ضروري آهي. جيڪڏهن ماحول صاف سٿرو نہ هوندو تہ انساني زندگي کي نقصان رسندو ۽ ڪيترين ئي بيمارين پڻ جنم وٺنديون، اُستاد کين اهو بہ ٻڌايو تہ اسان جي ماحول خراب ٿيڻ جو مک ڪارڻ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جو وڌڻ آهي. دنيا ۾ انجڻ وارين گاڏين جو استعمال وڌيو آهي جيڪي پيٽرول، ڊيزل ۽ گيس تي هلنديون آهن ۽ دونهون خارج ڪنديون آهن ان دونهين ۾ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ هوندي آهي جيڪا ماحول کي خراب ڪندي آهي ڪارخانن ۽ فيڪٽرين مان نڪرندڙ دونهون ۽ گندو پاڻي پڻ ماحول کي خراب ڪن ٿا. انهي ڪري ڪوشش ڪري دونهون ڇڏيندڙ گاڏين جو استعمال گهٽايو وڃي ۽ ڪارخانا شهرن کان پري ناهيا وڃن. وڻ ۽ ٻوٽا وڍڻ نہ گهرجن پر وڌيڪ وڻ ۽ ٻوٽا پوکي انهن جي حفاظت ڪئي وڃي. ڪلاس جي

هڪ شاگرد استاد جي سمجهاڻي تي عمل ڪندي پنهنجي ڳوٺ ۾ ٻوٽا پڻ لڳايا.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 ماحول جي سونهن ڇا سان آهي؟**

جواب: ماحول جي سونهن ساهه وارن سان آهي.

**سوال نمبر:2 ماحول کي صاف سٿرو رکڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟**

جواب: ماحول کي صاف سٿرو رکڻ لاءِ دونهون ڇڏيندڙ گاڏين جو استعمال نہ ڪرڻ گهرجي. ڪارخانن ۽ فيڪٽرين کي شهرن جي آبادي کان پري قائم ڪجي وڻن ۽ ٻوٽن کي وڍڻ نہ گهرجي ۽ وڌ کان وڌ وڻ ۽ ٻوٽا پوکڻ گهرجن.

**سوال نمبر:3 ماحول ۾ گدلاڻ جا ڪهڙا ڪارڻ آهن؟**

جواب: ماحول ۾ گدلاڻ جا ڪارڻ پيٽرول، ڊيزل ۽ گئسن تي هلندڙ گاڏيون آهن. جن مان خطرناڪ دونهون نڪري ٿو جيڪو ماحول ۾ گدلاڻ جو وڏو ڪارڻ آهي. ان کان علاوه فيڪٽرين مان بہ نڪرندڙ دونهون ۽ زهريلو پاڻي صاف سٿري ماحول ۾ شامل ٿي ان کي خراب ڪريو ڇڏين.



**سوال نمبر:4 وڻ ۽ ٻوٽا ڇو پوکڻ گهرجن؟**

جواب: وڻ ۽ ٻوٽا آڪسيجن خارج ڪن ٿا جيڪا اسان کي ساهہ کڻڻ ۾ مدد ڏئي ٿي.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

ماحول ـ سونهن ـ مقدار ـ وڻڪاري ـ خوبصورت

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو باقي جملا هيٺ ڏجن ٿا:

| لفظ | جملا |
| --- | --- |
| ماحول | اسان کي پنهنجي ماحول کي صاف رکڻ لاءِ اُپاءَ وٺڻ گهرجن. |
| سونهن | ماحول جي سونهن گلن ۽ ٻوٽن سان آهي. |
| مقدار | ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جو وڌيڪ مقدار گدلاڻ جو سبب بڻجي ٿو. |
| وڻڪاري | اسان کي وڻڪاري مهم دوران ٻوٽا پوکڻ گهرجن. |
| خوبصورت | وڻ ٽڻ ٻوٽا ماحول کي خوبصورت بڻائن ٿا. |

**(ج) ماحول جي بهتري لاءِ ڪهڙيون ڳالهيون ضروري آهن تن بابت پاڻ ۾ گفتگو ڪريو.**

جواب: ماحول جي بهتري لاءِ وڌ کان وڌ ٻوٽا لڳائڻ گهرجن، اسان مان هر هڪ ماڻهو جيڪڏهن پنهنجي گهر

لڳائي ۽ پنهنجي اڳڻ ۾ هڪ هڪ جي سامهون هڪ ٻوٽو لڳائي انهن جي حفاظت ڪوندي رکي ان ۾ ڪو ٻوٽو لڳائي ڏئي ته هوند لکين ٻوٽا ڦٽي ڪري ۽ ڪين وقت سر پاڻي ڏئي ته هوند لکين ٻوٽا ڦٽي پون ۽ ائين ڪرڻ سان ماحول تي هڪ خوشگوار اثر آڻي سگهجي ٿو. اهڙي طرح سان گند ڪي گند ڪچري وارن ڏبن ۾ اڇلجي. گندو پاڻي گهٽي يا رستي تي جمع ٿيڻ نه ڏجي.

(د) هيٺ ڏنل بي ترتيب جملن کي درست ترتيب ڏيو:

(i) لاءِ سلامتي انساني ماحول صاف سترو ضروري رکڻ آهي.

جواب: انساني سلامتي لاءِ صاف سترو ماحول رکڻ ضروري آهي.

(ii) انجڻ وارين گاڏين جو آهي دنيا ۾ اڄڪلهه واهپو وڌي ويو.

جواب: دنيا ۾ اڄڪلهه انجڻ وارين گاڏين جو واهپو وڌي ويو آهي.

(iii) گدلاڻ جو مکيه ڪارڻ اسان جي ماحول ۾ وڏڻ آهي ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جو.

جواب: اسان جي ماحول ۾ گدلاڻ جو مکيه ڪارڻ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جو وڌڻ آهي.



(هه) ”ڦڙي ڦڙي تلاءُ“ هڪ پهاڪو آهي، اوهان اهڙا ڪي ٻيا پهاڪا ٻڌايو:

جواب: ٻه ته ٻارنهن — هڪ وٽي نه ٻيو وچ مان ڪٽي — ساه سڪي وڃڻ — هڪ مهمان ٻيو حلوي سان ماني — ساه ٽنگجڻ

(و) هيٺ ڏنل خال ڀريو:

(i) ڌرتيءَ جي سونهن ............ سان ئي آهي.

جواب: ساهه وارن

(ii) ساهه کڻڻ ۾ ............ گئس مدد ڪري ٿي.

جواب: آڪسيجن

(iii) وڻن ۽ ٻوٽن کي ............ نه گهرجي.

جواب: وڍڻ

(iv) شڪيل احمد پنهنجي ڳوٺ ۾ دوستن سان گڏجي ............ پوکيا.

جواب: وڻ ۽ ٻوٽا

## سبق ايڪيهون

# قصو بادشاهہ ۽ وزير جو

### ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| بادشاهہ | حڪمران | اوچتو | اچانڪ |
| ڏاهو | عقلمند، سياڻو | جهنگ | ٻيلو |
| وزير | بادشاهہ جو نائب | ورندي | جواب |
| عبادت | بندگي | مشغول | مصروف |
| اڳوٺي | گذريل، پراڻي | روانو ٿيو | هليو |
| ڪانئس | هن ڪان | وراڻيو | جواب ڏنو |



| | | | |
|---|---|---|---|
| گفتگو | ڳالهہ ٻولهہ | سبب | ڪارڻ |
| طعام | عمدو کاڌو | حاضري | پيشي |
| خود | پاڻ | پهرو | چونڪي |
| خوف | ڊپ | هميشہ | سدائين |
| نگهباني | سنڀال، نظر داري | غلطي | خطا |
| ٻاجهارو | مهربان | قصو | ڪهاڻي |
| لاجواب ڪرڻ | چپ ڪرائڻ | | |

### ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

هڪ ڀيرو هڪ بادشاهہ جو وزير ڪيس ڇڏي هليو ويو ۽ هڪ جهنگ ۾ وڃي رهڻ لڳو جتي هو الله پاڪ جي عبادت ۾ مصروف رهندو هو. بادشاهہ سندس جاءِ تي هڪ نئون وزير مقرر ڪيو. ڪجهہ عرصي ڪان پوءِ بادشاهہ نئين وزير کي ساڻ ڪري پراڻي وزير سان ملڻ لاءِ جهنگ وڃي پهتو. بادشاهہ ڪانئس پڇيو تہ تون اسان کي ڇڏي جو اچي هتي جهنگ ۾ اڪيلو ويٺو آهين.

وزير بادشاهہ کي چيو تہ سائين ان جا ڪيترائي سبب هئا. توهان جڏهن ڳالهائيندا هئا تہ مون کي بيهڻو پوندو هو پر مون کي هڪ اهڙو بادشاهہ مليو آهي جنهن مون کي عبادت دوران بہ ويهڻ جي اجازت ڏني ڇڏي آهي، ٻيو تہ جڏهن توهان طعام کائيندا هئا تہ مون کي توهان

جي حاضري ۾ بيٺو پوندو هو. پر هاٿي مون کي اهڙو بادشاهه مليو آهي جيڪو خود مون کي کارائي ٿو. ٻيون ته جڏهن اوهان سمهندا هئا ته آءٌ اوهان تي پهرو ڏيندو هوس پر هاٿي آءٌ سمهندو آهيان ته منهنجو بادشاهه منهنجي نگهباني ڪندو آهي. اڳي مون کي ڊپ هو ته ڪٿي اوهان کان پوءِ اوهان جا دشمن مون کي ماري نه ڇڏين پر هاٿي مون کي اهڙو ڪوبه ڊپ ناهي ڇاڪاڻ ته منهنجو بادشاهه سدائين قائم دائم آهي ۽ آخري ڳالهه ته مون کي هميشه اهو خوف هوندو هو ته جيڪڏهن آءٌ ڪا غلطي ڪندس ته توهان مون کي معاف نه ڪندا پر هاٿي منهنجو بادشاهه اهڙو ته ٻاجهارو آهي جو هزارين غلطيون به معاف ڪري ڇڏي. بادشاهه وٽ وزير جي ڳالهين جو ڪوبه جواب ڪونه هو ان ڪري واپس موٽي ويو.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 هن ڪهاڻيءَ ۾ ڪنهن جو قصو بيان ڪيو ويو آهي؟**

**جواب:** هن ڪهاڻي ۾ بادشاهه ۽ ان جي وزير جو قصو بيان ڪيو ويو آهي.



**سوال نمبر:2 وزير، بادشاهه کي ڇو ڇڏي ويو؟**

**جواب:** وزير بادشاهه کي الله پاڪ جي عبادت ڪرڻ لاءِ ڇڏي ويو.

**سوال نمبر:3 بادشاهه نئين وزير کان اڳوڻي وزير بابت ڇا پڇيو؟**

**جواب:** بادشاهه نئين وزير کان اڳوڻي وزير بابت پڇيو ته سندس ڪهڙو حال آهي.

**سوال نمبر:4 نئين وزير بادشاهه کي ڪهڙو جواب ڏنو؟**

**جواب:** نئين وزير بادشاهه کي جواب ڏنو ته پراڻو وزير جهنگ ۾ رهي ٿو ۽ الله پاڪ جي عبادت ۾ ايترو ته مشغول آهي جو ڪنهن وٽ اچي وڃي ٿي ڪونه.

**سوال نمبر:5 بادشاهه ۽ اڳوڻي وزير جي ملاقات جو احوال ٻڌايو؟**

**جواب:** بادشاهه جڏهن اڳوڻي وزير کان پڇيو ته هو ڪيس ڇو ڇڏي ويو ته هن ٻڌايو ته هو جڏهن بادشاهه وٽ هو ته ڪيس هر وقت بادشاهه جي خدمت ڪرڻي پوندي هئي ۽ ناراضگي جو ڊپ هوندو هو پر هاٿي سندس بادشاهه الله پاڪ آهي جنهن وٽ ڪيس ڪنهن به قسم جو خوف ڪونهي.

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو.

گفتگو _ خود _ نگهباني _ ڏاهو _ طعام

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو باقي جملا هيٺ ڏجن ٿا:

| لفظ | جملا |
|---|---|
| گفتگو | اسان کي اخلاق تي ٻڌل گفتگو ڪرڻ گهرجي. |
| خود | انسان پهريائين خود کي سڌاري. |
| نگهباني | اسان کي پنهنجي گهر جي نگهباني ڪرڻ گهرجي. |
| ڏاهو | مقبول هڪ ڏاهو ماڻهو آهي. |
| طعام | شادي جي دعوت ۾ ڪيترن ئي قسمن جا طعام موجود آهن. |

**(ج) هن ڪهاڻي مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟**

جواب: هن ڪهاڻي مان اسان کي اهو سبق ملي ٿو ته الله تعاليٰ هن ڪائنات جي سموري مخلوق جو مالڪ ۽ بادشاهه آهي. اهوئي ساري مخلوق جي نگهباني ڪري ٿو.



ڪارائي ٿو، پياري ٿو ۽ اسان جي جان ۽ مال جي حفاظت ڪري ٿو. اسان جي صرف اها ذمه داري آهي ته اسان ان کي هر وقت ياد ڪريون، صرف ان جي بندگي ڪري ان کي ٻاڏايون ۽ ان جي تعريف ۽ ساراهه سان گڏ پاڪائي بيان ڪندا رهيون. هو وڏو معاف ڪرڻ وارو ۽ وڏو رحم ڪرڻ وارو آهي.

**(د) ٻارو! اوهان کي ٻي ڪا اهڙي ڪهاڻي ياد هجي ته ٻڌايو:**

**جواب:** ٻارو! گهڻو اڳ پرائمري چوٿين درجي جي ڪتاب ۾ هڪ سچي ڪهاڻي پڙهي هئي. جيڪا انتهائي سبق آموز آهي. ان کي چڱي طرح پڙهي هميشه اسان کي ان تي عمل ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ گهرجي.

هڪ دفعي جي ڳالهه آهي ته پهرين عالمي جنگ جي فتح کان پوءِ، پنجاب حڪومت طرفان ماڻهن ۾ زمينون ورهائجي رهيون هيون. هڪ ڏينهن هڪ پير صاحب، علامه اقبال رح سان ملڻ آيو. کيس چوڻ لڳو ته: "ڊاڪٽر صاحب! مون کي به هڪ درخواست لکي ڏيو ته مون کي ڪجهه زمين ملي وڃي." علامه اقبال رح هن ڏانهن عجب مان ڏٺو، ۽ چيائين ته "توهان کي خبر آهي ته اها زمين ڪنهن جي آهي؟" پير صاحب اهڙو سوال ٻڌي حيران ٿي ويو، ۽ چوڻ

لڳو تہ ”جڏهن حڪومت زمين ورهائي رهي آهي، تہ ضرور حڪومت جي ئي هوندي.“

علامہ اقبال رح چيو تہ ”پير صاحب! هڪ ڪتاب آهي، جو تمام قديم آهي. ان جو نالو قرآن پاڪ آهي. ان ۾ لکيل آهي تہ ”سڄي زمين الله پاڪ جي آهي.“ جيڪڏهن چئو تہ ان جي نالي درخواست لکي ڏيانو؟“

پير صاحب سمجهو ماڻهو هو، سوچڻ لڳو تہ ”اوهان بلڪل سچ ٿا چئو، الله تعاليٰ هر شيءِ جو مالڪ آهي، ۽ انسانن کي اُن ڪان ئي گهرڻ کپي. هاڻي آءٌ ڪنهن حاڪم کي زمين لاءِ نہ چوندس.“

ڪجھ وقت ڪان پوءِ، پير صاحب وري علامہ اقبال رح سان ملڻ آيو ۽ ٻڌايائينس تہ ”سچ پچ الله تعاليٰ مون کي پاڻهي زمين عطا ڪئي. اها هن طرح، جو منهنجي ڪن فوجي مريدن از خود پنهنجي آفيسرن کي چئي، زمين منهنجي حوالي ڪرائي آهي.“

هن مان معلوم ٿئي ٿو تہ دنيا جا حاڪم برابر ان جا مالڪ آهن، پر اصل ۾ سڀ شيءِ جو مالڪ الله تعاليٰ آهي.

**(هہ) اوهان کي هن ڪهاڻي جو ڪهڙو ڪردار پسند آيو ۽ ڇو؟**

**جواب:** اسان کي ڪتاب ۾ ڏنل ڪهاڻي جو هي ڪردار پسند آيو:



”اوهان وٽ مون کي اهو خوف رهندو هو تہ، جيڪڏهن مون ڪان ڪا غلطي ٿي وئي تہ اوهين مون کي معاف نہ ڪندا، پر هاڻي منهنجو بادشاهہ (الله تعاليٰ) ايڏو تہ ٻاجهارو آهي، جو هزارين غلطيون معاف ڪري ڇڏيندو آهي.“

اسان کي مٿيون ڪردار ان ڪري پسند آهي تہ دنيا جي حاڪمن اڳيان اهو گهڻو خوف رهندو آهي تہ هو اسان جي ڪيل غلطين کي معاف نہ ڪندا پر الله تعاليٰ تہ گناهن ڪان توبہ ڪرڻ جي انتظار ۾ آهي تہ منهنجو ٻانهو ڪڏهن ٿو توبہ ڪري تہ مان هن جي توبہ کي قبول ڪريان.

**(و) هن ڪهاڻي جو بنيادي خيال ڪهڙو آهي؟**

**جواب:** هن ڪتاب ۾ ڏنل ڪهاڻي جو بنيادي خيال هي آهي تہ ماڻهو هر وقت اِلله تعاليٰ کي حاڪم ۽ بادشاهہ سمجهي ۽ ان خيال جي روشنيءَ ۾ پنهنجي زندگي گذاري.

**(ز) اوهان اُستاد جي مدد سان ڪو ننڍڙو مضمون يا ڪهاڻي لکو. ان ڪان پوءِ اها ڪهاڻي يا مضمون ڪنهن ٻارن جي رسالي يا اخبار ۾ ٻارن جي صفحي لاءِ موڪليو.**

**جواب:** استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگرانيءَ ۾ مڪمل ڪرائي.

لڳو ته "جڏهن حڪومت زمين ورهائي رهي آهي، ته ضرور حڪومت جي ئي هوندي."

علامہ اقبال رح چيو ته "پير صاحب! هڪ ڪتاب آهي، جو تمام قديم آهي. ان جو نالو قرآن پاڪ آهي. ان ۾ لکيل آهي ته "سڄي زمين الله پاڪ جي آهي." جيڪڏهن چئو ته ان جي نالي درخواست لکي ڏيانو؟"

پير صاحب سمجهو ماڻهو هو، سوچڻ لڳو ته "اوهان بلڪل سچ ٿا چئو، الله تعاليٰ هر شيءِ جو مالڪ آهي، ۽ انسانن کي اُن کان ئي گهرڻ کپي. هاڻي آءٌ ڪنهن حاڪم کي زمين لاءِ نه چوندس."

ڪجھ وقت کان پوءِ، پير صاحب وري علامہ اقبال رح سان ملڻ آيو ۽ ٻڌايائينس ته "سچ پچ الله تعاليٰ مون کي پاڻهي زمين عطا ڪئي. اها هن طرح، جو منهنجي ڪن فوجي مريدن از خود پنهنجي آفيسرن کي چئي، زمين منهنجي حوالي ڪرائي آهي."

هن مان معلوم ٿئي ٿو ته دنيا جا حاڪم برابر ان جا مالڪ آهن، پر اصل ۾ سڀ شيءِ جو مالڪ الله تعاليٰ آهي.

(ه) اوهان کي هن ڪهاڻي جو ڪهڙو ڪردار پسند آيو ۽ ڇو؟

جواب: اسان کي ڪتاب ۾ ڏنل ڪهاڻي جو هي ڪردار پسند آيو:



"اوهان وٽ مون کي اهو خوف رهندو هو ته، جيڪڏهن مون کان ڪا غلطي ٿي وئي ته اوهين مون کي معاف نه ڪندا، پر هاڻي منهنجو بادشاهه (الله تعاليٰ) ايڏو ته ٻاجهارو آهي، جو هزارين غلطيون معاف ڪري ڇڏيندو آهي."

اسان کي مٿيون ڪردار ان ڪري پسند آهي ته دنيا جي حاڪمن اڳيان اهو گهڻو خوف رهندو آهي ته هو اسان جي ڪيل غلطين کي معاف نه ڪندا پر الله تعاليٰ ته گناهن کان توبه ڪرڻ جي انتظار ۾ آهي ته منهنجو ٻانهو ڪڏهن ٿو توبه ڪري ته مان هن جي توبه کي قبول ڪريان.

(و) هن ڪهاڻي جو بنيادي خيال ڪهڙو آهي؟

جواب: هن ڪتاب ۾ ڏنل ڪهاڻي جو بنيادي خيال هي آهي ته ماڻهو هر وقت الله تعاليٰ کي حاڪم ۽ بادشاهه سمجهي ۽ ان خيال جي روشنيءَ ۾ پنهنجي زندگي گذاري.

(ز) اوهان اُستاد جي مدد سان ڪو ننڍڙو مضمون يا ڪهاڻي لکو. ان کان پوءِ اها ڪهاڻي يا مضمون ڪنهن ٻارن جي رسالي يا اخبار ۾ ٻارن جي صفحي لاءِ موڪليو.

جواب: استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگرانيءَ ۾ مڪمل ڪرائي.

(ح) هيٺ ڏنل جملو پڙهو:

پکي اڏامي ٿو.

مٿئين ڏنل جملي ۾ ”پکي“ فاعل آهي ۽ ”اڏامي ٿو“ فعل آهي. اوهان اهڙا ڪي به ٽي جملا لکو، جنهن ۾ فاعل ۽ فعل هجي.

جواب:

(i) فيصل لکي ٿو.

فيصل: فاعل آهي ___ لکي ٿو: فعل آهي.

(ii) سجاد سمهي ٿو:

سجاد: فاعل آهي ___ سمهي ٿو: فعل آهي.

(iii) حمزه ڪائي ٿو.

حمزه: فاعل آهي ___ ڪائي ٿو: فعل آهي.

(ط) اڪبر ۽ راڻي گڏ پڙهندا آهن.

- ❖ آءٌ اچان ها پر گاڏي ڪانه ملي.
- ❖ استاد چيو تہ سياڻي موڪل آهي.

مٿي ڄاڻايل جملن ۾ ”۽، پر، تہ“ اهڙا لفظ آهن، جيڪي ٻن لفظن يا جملن کي جوڙين ٿا. انهن کي حرف جملو چئبو آهي. انهن لفظن مان ٻيا ڪي جملا ناهي ڏيکاريو.

جواب:

(i) اسلم ۽ اڪبر پاڻ ۾ پائر آهن.



(ii) عتيق هوشيار ڇوڪرو آهي پر ڳالهائڻ ۾ بداخلاق آهي.

(iii) جيڪڏهن تون مون کي معاف ڪندين تہ مان بہ توکي معاف ڪندس.

(ي) مذڪر جا مؤنث لکو:

| مذڪر | مؤنث | مذڪر | مؤنث |
|---|---|---|---|
| بادشاهہ | راڻي | ڏاهو | ڏاهي |
| مرد | عورت | شهزادو | شهزادي |

سبق پاويهون

# قائد عوام ذوالفقار علي ڀٽو

## ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| قائد | اڳواڻ | ڏاها | عقلمند |
| عظيم | وڏو | ماهر | مهارت رکندڙ |
| ذهين | هوشيار | ابتدائي | شروعاتي |
| وريو | موٽيو | لاڳاپا | ناتا |
| مضبوط | سگهارو | پارٽي | جماعت |
| باني | بنياد وجهندڙ | اونو | فڪر |
| شعور | سمجهه | انتهائي | بي حد |
| هڏ ڏوکي | همدرد | ڪردار | هلت چلت |
| ناتا | تعلقات | قابل | لائق |
| قائد عوام | عوام جو اڳواڻ | روشن خيال | ڪشاده خيالن وارو |



| پرڏيهي | ٻاهرين ملڪ جو | رياست | حڪومت |
|---|---|---|---|
| قابل | لائق | نشين | آرامگاهه |
| شعور | سمجهه | قدامت | اڳيون زمانو |

## ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

سنڌ ۾ ڪيترائي عظيم انسان پيدا ٿيا آهن ذوالفقار علي ڀٽو به انهن مان هڪ هو. پاڻ لاڙڪاڻي ضلعي جي تعلقي نئين ديري جي ڳوٺ ڳڙهي خدا بخش ۾ پيدا ٿيو. سندس والد صاحب جو نالو سر شاهنواز ڀٽو هو. ذوالفقار علي ڀٽو ننڍپڻ کان ئي ڏاڍو ذهين هو. اعليٰ تعليم انگلينڊ جي آڪسفورڊ يونيورسٽي مان حاصل ڪري واپس موٽيو. ذوالفقار علي ڀٽو ڪيترن ئي وڏن عهدن تي رهيو. 1963ع ۾ ملڪ جو پرڏيهي وزير بڻيو.

هن پيپلز پارٽي جو بنياد وڌو ۽ 1971ع جي چونڊن بعد ملڪ جو صدر بڻجي ويو. ان بعد ملڪ جو وزيراعظم بڻجي ملڪ کي هر ميدان ۾ ترقي وٺرايائين. قومي اسيمبلي ۾ سنڌي ٻولي جي عظمت ۽ شاهو ڪاري بابت تاريخي تقرير ڪيائين. هن ملڪ کي 1973ع جو نئون آئين پڻ ڏنو.

ذوالفقار علي ڀٽي تي 1977ع ۾ ملڪ جي آمر ضياءُ الحق مختلف الزام مڙهي سندس تختو اونڌو ڪري

ڇڏيو. 4 اپريل 1979ع تي ڪيس ڦاسي ڏئي شهيد ڪيو ويو.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 ذوالفقار علي ڀٽو ڪٿي پيدا ٿيو؟**

جواب: ذوالفقار علي ڀٽو لاڙڪاڻي ضلعي ۾، نئين ديري تعلقي جي ڳوٺ ڳڙهي خدا بخش ۾ پيدا ٿيو.

**سوال نمبر:2 ذوالفقار علي ڀٽي ابتدائي تعليم ڪٿان حاصل ڪئي؟**

جواب: ذوالفقار علي ڀٽي ابتدائي تعليم ممبئي جي ڪئٿيڊرل اسڪول مان حاصل ڪئي.

**سوال نمبر:3 ذوالفقار علي ڀٽو ڪهڙي سن ۾ ملڪ جو صدر ٿيو؟**

جواب: ذوالفقار علي ڀٽو سن 1971ع ۾ ملڪ جو صدر ٿيو.

**سوال نمبر:4 سندس شهادت ڪهڙي تاريخ تي ٿي؟**

جواب: سندس شهادت 4 اپريل 1979ع تي ٿي.

**سوال نمبر:5 ذوالفقار علي ڀٽي کي قائد عوام ڇو ٿو سڏيو وڃي؟**

جواب: ذوالفقار علي ڀٽي عوام ۾ سماجي شعور



پيدا ڪيو. انهي ڪري ڪيس قائد عوام سڏيو وڃي ٿو.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

قابل _ مضبوط _ قائد عوام _ روشن خيال _ اُونو

**جواب:** لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو باقي جملا هيٺ ڏجن ٿا:

| لفظ | جملا |
|---|---|
| قابل | مقبول وڏو قابل ماڻهو آهي. |
| مضبوط | سراج مضبوط سوچ جو مالڪ آهي. |
| قائد عوام | ذوالفقار علي ڀٽو کي "قائد عوام" جو لقب مليل هو. |
| روشن خيال | علي نواز روشن خيال ماڻهو آهي. |
| اُونو | وقاص کي پنهنجي ڪاروبار جو وڏو اُونو هوندو آهي. |

**(ج) شهيد ذوالفقار علي ڀٽي جي ملڪي خدمتن بابت ڪجهه بيان ڪريو.**

جواب: شهيد ذوالفقار علي ڀٽي ملڪ کي سگهارو بڻايو. ملڪ جي سمورن شعبن ۾ سڌارا آندا جنهن ڪري تعليم، صحت ۽ صنعت جي ميدان ۾ ترقي ٿي. هن اسلامي ملڪن ۽ پاڙيسري ملڪن سان ناتا بهتر بڻايا ۽ ملڪ کي 1973ع جو آئين ڏنو

(د) محترمہ بينظير ڀٽو جي شخصيت بابت ٽن

ڪان ڇهن منٽن جي تقرير ڪريو.

جواب: استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني هيٺ

ٻارن کان مڪمل ڪرائي.

(ھ) هيٺ ڏنل خال ڀريو:

(i) شهيد ذوالفقار علي ڀٽو هڪ ............ انسان هو.

جواب: ڏاهو

(ii) هو اعليٰ تعليم حاصل ڪرڻ لاءِ ............

............ ۾ پڙهڻ هو.

جواب: آڪسفورڊ يونيورسٽي

(iii) ذوالفقار علي ڀٽو انتهائي ذهين ۽ ............ ڪردار

جو مالڪ هو.

جواب: محنتي

(iv) ذوالفقار علي ڀٽي کي 4 اپريل ............ تي شهيد

ڪيو ويو.

جواب: 1979ع



# سبق ٽيويهون

## ڏيئو (نظم)

### ❁ ڏکين لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ڪڪائڻ | ڪکن ۽ ڪانن جو ٺهيل گهر يا شيءِ | | |
| سچائي | خلوص، سچ | ڪدورت | ساڙ، بغض |
| گلشن | باغ باغيچا | جيوت | زندگي، حياتي |
| عيان | ظاهر، پڌرو | سهائو | روشني |
| جوڀن | جواني | قلب | دل |
| ڪيڏي | ڪيتري | دفع ڪرڻ | ٽارڻ |
| منجهيل | ڦٽڪيل | نوڙت | نماڻائي، عاجزي |
| مقصد | مطلب، غرض | جهان | دُنيا |
| سَحَر | صبح سوير، اسر | رهنمائي | اڳواڻي، رهبري |
| سينگار | سونهن | پتنگا | پروانا |
| دلسوز | دل جلائيندڙ | نشيمن | رهڻ واري جاءِ |
| چونرن | ننڍين جهوپڙين | همڪار | ساڳيو ڪم ڪندڙ |

| افروز | روشن ڪندڙ | سراسر | اصل، بلڪل |
|---|---|---|---|
| شب | رات | مجلس | محفل |

## ❁ بيتن جي سمجهاڻي ❁

ڪڪائن گهرن کي تون روشن ڪرين ٿو،
غريبن جي چونرن کي گلشن ڪرين ٿو،
لٽي سچ عيان پنهنجو جوڀن ڪرين ٿو،
سحر تائين هر جا نشيمن ڪرين ٿو،
مزورن ۽ ڪڙمين سان همڪار آهين،
فقيرن جي مجلس جو سينگار آهن.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر ليکراج ڪشنچند عزيز ڏيئي کي چوي ٿو ته اي ڏيئا! تون جهوپڙين کي روشن ڪرين ٿو. غريبن جي جاين کي گلشن بنائين ٿو. سچ لٽي ڪان پوءِ پنهنجو جوڀن ظاهر ڪرين ٿو. صبح تائين هر هنڌ روشني ڪرين ٿو. مزدورن ۽ هارين جو ساٿي آهين. فقيرن جي مجلسن کي سونهن ڏيندڙ آهين.

سڄي تون ٻين کي ڏئين ٿو سهائي،
رکيل تو ۾ ڪيڏي نه آهي چڱائي،
پري ڪان منجهيل جي ڪرين رهنمائي،
ڏيئا تو ۾ آهي سراسر سچائي،
سچو دوست دشمن تي دلسوز آهين،
سچائيءَ سان سڀ جو شب افروز آهين.



**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر چوي ٿو ته اي ڏيئا! تون پاڻ ٻري ٻين کي روشني ڏئين ٿو. تو ۾ ڪيڏي نه چڱائي رکيل آهي. پري کان منجهيل کي رستو ڏيکارين ٿو. تو ۾ برابر سچائي آهي. تون دوست دشمن سان هڪجهڙو آهين، سڀني جو خيرخواهه آهن.

هوا ساڻ سر لاٽ جو تو جهڪائين،
تو نوڙت ڪندي پنهنجي جيوت بچائين،
حياتي جو مقصد سچو تو ٻڌائين،
ٻين لاءِ پنهنجو تو تن من جلائين،
جلي جي ٻين کي سهائو ڏين ٿا،
لکين گهور تن تان پتنگا ٿين ٿا.

**سمجهاڻي:** هن شعر ۾ شاعر ڏيئي کي چوي ٿو ته اي ڏيئا! جڏهن هوا لڳي ٿي ته تون پنهنجي لاٽ کي جُهڪائي ڇڏين ٿو ۽ هيئانهين وننڊي پنهنجي روشنيءَ کي بچائين ٿو. تون اسان کي حياتيءَ جو سچو مطلب ٻڌائين ٿو ته زندگي ڪيئن گذارجي. ٻين لاءِ پنهنجو من جلائين ٿو. جيڪي پاڻ جلي ٻين کي روشني ڏين ٿا. انهن تان لکين پروانا قربان ٿي وڃن ٿا.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

سوال نمبر:1 هن بيت جو ڪهڙو بند اوهان کي پسند آهي ۽ ڇو؟

جواب: هن بيت جو هيٺيون بند اسان کي پسند آهي:

سڙي تون ٻين کي ڏئين ٿو سهائي،
رکيل تو ۾ ڪيڏي نہ آهي چڱائي،
پري کان منجهيل جي ڪرين رهنمائي،
ڏيئا تو ۾ آهي سراسر سچائي،
سچو دوست دشمن تي دلسوز آهين،
سچائيءَ سان سڀ جو شب افروز آهين.

هي بند اسان کي ان ڪري پسند آهي. جو ان ۾ شاعر ڏيئي جو مثال ڏيندي چوي ٿو تہ اهو پاڻ سڙي ٻين کي روشني ڏئي ٿو ۽ اها ان جي چڱائي آهي. هو منجهيل ماڻهوءَ کي رستو ڏيکاري ٿو، اها ان جي سچائي آهي. هر دوست ۽ دشمن سان هڪجهڙو آهي ۽ سڀني جو خيرخواهہ آهي.

سوال نمبر:2 جلي جي ٻين کي سهائو ڏين ٿا، جو مطلب ڇا آهي؟

جواب: ان جو مطلب اهو آهي تہ ماڻهو پاڻ



تڪليفون برداشت ڪري ٻين جي سک جو خيال رکن ٿا.

(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ ٻڌايو:

گلشن _ عيان _ همڪار _ نشيمن _ جوين _ جيوت

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو

(ج) هي بيت زباني ياد ڪريو ۽ گڏجي سُر سان ٻڌايو.

جواب: استاد صاحب هي نظم ٻارن کي زباني ياد ڪرائي ۽ پوءِ ٻارن کي گڏ سُر سان پڙهڻ لاءِ چوي.

(د) هيٺين لفظن جا هم آواز لفظ ٻڌايو.

جيئن: سينگار = همڪار

گلشن = نشيمن

سُهائي = چڱائي

دلسوز = شب افروز

جهڪائين = بچائين

ٻڏائين = جلائين

(ه) نوان لفظ ٺاهيو:

مثال: اڳياڙي: "اڻ" + جاڻ = اڻ جاڻ

اوهين ڏنل مثال کي آڏو رکي اڳياڙيون ۽ پڇاڙيون ملائي، هيٺ ڏنل خانن ۾ ڪي بہ نوان لفظ ٺاهي لکو.

(i) اڻ + ............ = ............

جواب: پور، = اڻ پور

(ii) اڻ + ............ = ............

جواب: ڄاڻ = اڻ ڄاڻ

(iii) اڻ + ..... ............ = ............

جواب: لپ = اڻ لپ

**(و) هيٺ ڏنل نظم جي بند ۾ بيهڪ جون نشانيون لڳائي پڙهو:**

جواب:

هوا ساڻ سر لاٽ جو تو جهڪائين،
تو نوڙت ڪندي پنهنجي جيوت بچائين،
حياتيءَ جو مقصد سچو تو ٻُڌائين،
ٻين لاءِ پنهنجو تو تن من جلائين،
جلي جي ٻين کي سهائو ڏين تا،
لکين گهور تن تان، پتنگا ٿين ٿا.

**(ز) هيٺ ڏنل مفرد ۽ مرڪب جملا زمانن موجب بدلايو:**

مفرد جملا:

زمان حال: پکي اڏامي ٿو

زمان ماضي: پکي اڏاميو

زمان مستقبل: پکي اڏامندو

| زمان حال | زمان ماضي | زمان مستقبل |
|---|---|---|
| (i) شاگرد پڙهي ٿو | شاگرد پڙهيو | شاگرد پڙهندو |
| (ii) اسلم اچي ٿو | اسلم آيو | اسلم ايندو |



| | | |
|---|---|---|
| (iii) هو وڃي ٿو | هو ويو | هو ويندو |

مرڪب جملا:

زمان حال: هي اهو ڪتاب آهي جيڪو آءٌ بازار مان خريد ڪريان ٿو

زمان ماضي: هي اهو ڪتاب آهي جيڪو مون بازار مان خريد ڪيو.

زمان مستقبل: هي اهو ڪتاب آهي جيڪو آءٌ بازار مان خريد ڪندس

| مرڪب جملو | زمان ماضي | زمان مستقبل |
|---|---|---|
| هي اهو ڪتاب آهي، جيڪو آءٌ دوست کان وٺان ٿو. | هي اهو ڪتاب آهي جيڪو مون دوست کان ورتو. | هي اهو ڪتاب آهي جيڪو مان دوست کان وٺندس. |

سبق چوويهون

# خلق جي خدمت

## نون لفظن جي معنيٰ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ڦٽائي | برباد ڪري | اوچتو | اچانڪ |
| معلوم ڪرڻ | ڄاڻڻ | آڏو | سامهون |
| سبب | ڪارڻ | شهيد | الله تعاليٰ جي راهه ۾ فوت ٿيل |
| دلاسو | آسرو، دلجاءِ | يڪدم | هڪدم، فوراً |
| ڳچ | گهڻو | ملازم | نوڪر |
| روبرو | سامهون | ڪاش | شال |
| مائي | عورت | وظيفو | اجورو |
| بيت المال | اسلامي حڪومت جو قومي خزانو | خليفو | الله تعاليٰ جو نائب، حڪمران |
| آرام | سُک | بَار | وزن |
| سنڀال | پرورش | | |



## سبق جو حاصل مطلب

هڪ شخص عام ماڻهن جا حال احوال معلوم ڪرڻ لاءِ مديني جي گهٽين ۾ گهمي رهيو هو ته اچتو ڪيس هڪ گهر مان ٻارن جي روئڻ جو آواز آيو، ويجهو ٿي ڪن ڏنائين ته هڪ عورت جو آواز ڪنن تي پيس. ”ٻچا ديڳڙي چڙهي پئي آهي، ڪاڏو تيار ٿئي ته توهان کي کارايان ٿي“ ان شخص دروازو کڙڪايو. عورت جي ٻاهر نڪرڻ تي پڇا ڪيائين ته معاملو ڇا آهي عورت چيس ته ابا آءٌ هڪ شهيد جي بيواهه آهيان. ٻارن کي کارائڻ لاءِ ڪجهه ڪون اٿم. خالي ديڳڙي رکيو ويٺي ٻارن کي دلاسا ڏيان ٿي نيٺ روئي روئي ٻار سمهي پوندا. اهو ٻڌي اهو شخص هڪدم بيت المال مان ڳچ کاڌي جو سامان کڻي آيو ۽ اچي عورت کي ڏنائين عورت ڪاڏو رڌي ٻارن کي کارايو ۽ چيائين ته ابا خليفي کي ته غريبن جوڪو خيال ڪونهي. ڪاش تون ئي خليفو هجين ها. تنهن تي ان شخص چيو ته مائي مونکي معاف ڪر، آءٌ ئي خليفو عمر آهيان. ان بعد حضرت عمر رضي الله تعاليٰ عنه بيت المال مان بيواهن لاءِ باقاعده ماهوار وظيفو مقرر ڪيو.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 حضرت عمر رضہ مديني جي گهٽين ۾ ڇو گهمي رهيو هو؟**

جواب: حضرت عمر رضہ مديني جي گهٽين ۾ ماڻهن جا حال احوال معلوم ڪرڻ لاءِ گهمي رهيو هو.

**سوال نمبر:2 حضرت عمر رضہ گهر جو دروازو ڇو کڙڪايو؟**

جواب: حضرت عمر گهر جو دروازو ٻارن جي روئڻ جو سبب پڇڻ لاءِ کڙڪايو.

**سوال نمبر:3 عورت حضرت عمر رضہ کي ٻارن جي روئڻ جو ڪهڙو سبب ٻڌايو؟**

جواب: عورت حضرت عمر رضہ کي ٻڌايو تہ ٻار بکيا آهن ۽ وٽس ڪين کارائڻ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونهي اهي بک ۾ روئي رهيا آهن.

**سوال نمبر:4 عورت جو جواب ٻڌي حضرت عمر رضہ ڇا ڪيو؟**

جواب: عورت جو جواب ٻڌي حضرت عمر رضہ بيت المال مان ڪاڌي جو گهڻو سامان کڻي آڻي عورت کي ڏنو.



**(ب) هيٺ ڏنل لفظ معنيٰ سميت پڙهو:**

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| دلاسو | آسرو، دلجاءِ | خليفو | ولـي عهد، نائب، عيوضي |
| بيت المال | اسلامي حڪومت جو قومي خزانو | وظيفو | محنتاڻو، پگهار |
| آرام | سُک ، چين | | |
| | | | |

**جواب:** استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾ مڪمل ڪرائي.

**(ج) اوهان ڪو اهڙو واقعو ڏنو يا ٻڌو هجي تہ لکي ڏيکاريو.**

جواب: حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ جي پاڙي ۾ هڪ ٻيڙي عورت رهندي هئي جيڪا ڏاڍي ضعيف هئي ۽ ڪم ڪار ڪري نہ سگهندي هئي. حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ روزانو ڪيس سندس ٻڪري جو کير ڏهي ڏيندو هو. جڏهن حضرت ابوبڪر رضہ خليفو مقرر ٿيو تہ عورت سمجهيو تہ هاڻي تہ ابوبڪر رضہ خليفو ٿي ويو آهي سو ٻڪري ڏهڻ لاءِ ڪونہ ايندو. سو جيئن تيئن ڪري صبح جو سوير اٿي ٻڪري وٽ آئي تہ ڏٺائين تہ ڪو شخص سندس ٻڪري ڏهي رهيو هو. ويجهو ٿيڻ تي ڏٺائين تہ اهو شخص حضرت ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ هو.

(د) ❖ يوسف ڪتاب پڙهيو

❖ مومل ماني کاڌي

❖ مٿين جملن ۾ يوسف ۽ مومل ڪي ڪتاب پڙهڻ ۽ ماني کائڻ جو ڪم ڪندي ڏيکاريو ويو آهي. جملي ۾ ڪم ڪندڙ کي "فاعل" چئبو آهي.

❖ ڪتاب ۽ ماني ۽ تي ڪم جو اثر پيو، ان ڪري جن لفظن تي ڪم جو اثر پوي تن کي "مفعول" چئبو آهي.

(ھ) ٻارو "ٿهل ٽڪور"، "اچ وڃ" ۽ "راند روند" ٻٽا لفظ آهن اوهان ٻيا ڪي اهڙا ٻٽا لفظ ٻڌايو.

جواب:(i) هيٺ مٿي

(ii) ننڍو وڏو

(iii) انڌو منڌو

(iv) گوڙ گهمسان

(v) ٽاٽو ماٽو



## سبق پنجويهون

# قلندر شهباز رح جو ميلو

### ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| سال بسال | هر سال | واپار | تجارت |
| مزار | روضو، مقبرو | داد | آفرين |
| مشهور | نالي وارو، ناميارو | پهلوان | بهادر |
| عالم | ڄاڻو، علم وارو | قلندر | دنيا کان آزاد |
| ديني | مذهبي | شمار | ڳاڻيٽو |

| حيراني | تعجب، اچرج | نامور | مشهور |
|---|---|---|---|
| محفل | مجلس، ميڙو | دسيندو | ڪيرائيندو |
| ڌمال | قلندري فقيرن جو نچڻ | جام | ڪوڙ، گنج |
| آستان | رهڻ جي جاءِ | ريت | رواج |
| رهاڻ | خوشيءَ جي مجلس | رسم | دستور، عادت |
| فن | ڏانءُ، ڪاريگري | درويش | بزرگ |
| رهائش | جڳهه، قيام | هدايت | نصيحت |

## ☸ سبق جو حاصل مطلب ☸

سنڌ ۾ ڪيترائي درويش ۽ بزرگ ٿي گذريا آهن، جن جي مزار تي هر سال سندن يادگيريءَ ۾ ميلا لڳندا آهن. سنڌ جي وڏن ميلن ۾ قلندر لعل شهبازؒ جو ميلو به مشهور آهي.

هن بزرگ جو نالو عثمان ولد سيد ابراهيم ڪبير هو. هي آذربائيجان پرڳڻي ۾ مروند نالي ڳوٺ ۾ ڄائو هو. هي درويش قرآن شريف جو حافظ ۽ ديني تعليم جو وڏو ڄاڻو هو.

هن سڄي عمر شادي نه ڪئي. پئسي سان شوق ڪونه هئس. ان ڪري قلندر جو لقب مليس، علم ۽ فقيري ۾ مٿانهون درجو هئس، ان ڪري لعل شهباز سڏجڻ ۾ آيو.



هي الله تعاليٰ جو نيڪ ٻانهو ماڻهن کي هدايت ڪرڻ جي خيال سان سير سفر ڪندو بغداد ۽ ملتان مان گهمندو سنڌ ۾ اچي سيوهڻ ۾ رهيو.

هن جي درگاهه سيوهڻ شريف ۾ آهي، جتي هر روز سوين ماڻهو زيارت لاءِ ايندا آهن. هر سال شعبان مهيني ۾ 18 تاريخ تي وڏو ميلو لڳندو آهي. هن ميلي ۾ هزارين ماڻهو پري پري کان ايندا آهن. ميلي جي ڏينهن ۾ سرڪار جي طرفان ادبي محفل ڪرائي ويندي آهي. هن محفل ۾ سنڌ جا اديب ۽ شاعر شريڪ ٿيندا آهن. ۽ ملڪ جا ڳائڻا به فن جو مظاهرو ڪندا آهن.

## ☸☸☸ مشق ☸☸☸

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

سوال نمبر:1 قلندر لعل شهبازؒ جو نالو ڇا هو ۽ ڪٿي ڄائو هو؟

جواب: قلندر لعل شهبازؒ جو اصل نالو عثمان هو ۽ آذربائيجان پرڳڻي جي مروند ڳوٺ ۾ ڄائو هو.

سوال نمبر:2 قلندر لعل شهبازؒ جي درگاهه ڪٿي آهي؟

جواب: قلندر لعل شهبازؒ جي درگاهه سيوهڻ شريف ۾ آهي.

سوال نمبر:3 قلندر شهباز رح جو ساليانو ميلو ڪڏهن لڳندو آهي؟

جواب: قلندر شهباز رح جو ميلو شعبان مهيني ۾ 18 تاريخ تي لڳندو آهي.

**سوال نمبر:4 قلندر شهباز رح جي ميلي ۾ خاص ڳالهيون ڪهڙيون ڏسڻ وٽان آهن؟**

جواب: ميندي، ڌمال، ملاکڙو، راڳ رهاڻ، ادبي محفل هن ميلي جون خاص ڳالهيون ڏسڻ وٽان آهن.

**سوال نمبر:5 قلندر لعل شهباز رح جي مينديءَ جي رسم بابت اوهان کي ڪهڙي خبر آهي؟**

جواب: گادي نشين جي جاءِ تان ميندي جو جلوس نڪرندو آهي ۽ اها ميندي روضي ۾ رکي ڇڏيندا آهن ۽ ٻئي ڏينهن اتان وجي ڪٽندا آهن.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو:**

شمار _ جام _ آستان _ ريت _ رهاڻ _ داد _ رسم

جواب: مٿين لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو.

**(ج) هيٺ ڏنل لفظن جا واحد ۽ جمع ٺاهيو ۽ جملن ۾ استعمال ڪريو.**

| لفظ | جمع | جملا |
|---|---|---|
| ٻانهو | ٻانها | هڪ هڪ ماڻهو الله تعاليٰ جو |



| لفظ | جمع | جملا |
|---|---|---|
| | | ٻانهو آهي. |
| درگاهه | درگاهون | شاهه ينائيءَ رح جي درگاهه هالا جي پرسان ڀٽ شاهه ۾ آهي. |
| زيارت | زيارتون | اسلم اڄ زيارت لاءِ ڀٽ شاهه ويو. |
| ڳائڻو | ڳائڻا | ميلي ۾ هڪ ڳائڻو غزل ڳائي رهيو هو. |
| رسم | رسمون | اسان جي معاشري ۾ مختلف رسمون آهن |
| ڳالهه | ڳالهيون | محمد علي جي ڳالهه سٺي هئي. |

**(د) ڪنهن بـه هڪ ڏٺل ميلي جو احوال لکي ڏيکاريو:**

جواب: ڀٽ شاهه جو ميلو

اسين هڪ ڏهاڙي ڀٽ شاهه جي ميلي تي وياسين، جيڪو هر سال صفر مهيني جي 14 تاريخ تي شروع ٿئي ٿو ۽ ٽي ڏينهن هلندو آهي. ميلي جي موقعي تي وڏيون وڏيون بازارون لڳل هيون. انهن بازارين ۾ مٺايون، ڪشمش، ڪاڄن، ڦلن ۽ ٻئي سُڪل ميوي جا ڪيترائي دڪان رنگ برنگي ۽ چمڪيلي جهنڊين سان سينگاريل هئا.

انهن بازارين ۾ ڪي دڪان اهڙا بـه هئا جتي، ڳانا، سڳا، جوڙا ۽ چوڙيا وغيره ٿي مليا. ميلي ۾ هوٽل بـه

عاليشان نموني سان سينگاريل هئا. ان کان علاوه ٻارن ۽ وڏن جي تفريح لاءِ چوڏيل هئا. جن تي ننڍا توڙي وڏا چڙهي لڏن پيا اتي سرڪس ۾ موت جو کوهه به هئا، جتي ماڻهو خطرناڪ ڪرتب ڏيکاري رهيا هئا. اسان بڪ اسٽال تان "شاهه جو رسالو" ورتو.

آخر ۾ ٻنائي گهوٽ جي درگاهه تي فاتحه خوانيءَ لاءِ حاضر ٿياسين، جتي هزارين عقيدتمند فاتحه خواني ڪرڻ کان پوءِ سندس مزار تي گلن جي ورڪا ڪري رهيا هئا.

**(ﻫ) درست لفظ چونڊي خال ڀريو:**

جواب:

❖ قلندر لعل شهباز رح ............ هجري ۾ مروند نالي ڳوٺ ۾ ڄائو هو.

| 438 | ✓ 538 | 638 | 738 |
|---|---|---|---|

جواب: 538

❖ قلندر لعل شهباز رح جو ميلو هر سال شعبان مهيني جي ............ تاريخ تي شروع ٿيندو آهي.

| پندرهين | ✓ ارڙهين | ايڪيهين | ٽيهين |
|---|---|---|---|

جواب: ارڙهين

❖ قلندر لعل شهباز رح جو اصل نالو ............ هو.

| ✓ سيد | سيد | سيد | سيد |
|---|---|---|---|
| عثمان | ابراهيم | عبداللطيف | عبدالڪريم |



جواب: سيد عثمان

❖ قلندر لعل شهباز رح ملتان مان ٿيندو سنڌ ۾ اچي ............ شهر ۾ رهيو.

| ٺٽو | درازا | ✓ سيوهڻ | ڪراچي |
|---|---|---|---|

جواب: سيوهڻ

❖ قلندر لعل شهباز رح جي درگاهه جي فقيرن جي رهائش واري جاءِ کي ............ سڏبو آهي.

| ✓ آستانو | ڪافي | اوتارو | مڪان |
|---|---|---|---|

جواب: آستانو

## سبق چويھون

# سنڌي ٻوليءَ جي اهميت

### ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| قديم | پراڻي | شاھوڪار | امير |
| تاريخدان | تاريخ جا ڄاڻو | ڪتل | پھتل |
| آمد | اچڻ | رائج | نافذ |
| دفتري | دفتر جي | پاڙيسري | پاڙيوارن |
| صدي | سؤ سال | صورتخطي | لکڻ جو نمونو |
| مقبول | پسنديل | ڏؤر | زمانو، وقت |
| سھارو | آسرو، اميد | سياح | گھمڻ ڦرڻ وارو |



| روزمره | روزانو | ڪاروھنوار | ڪم ڪار |
|---|---|---|---|
| مارڪيٽ | بازار | طب | علاج ڪرڻ جو علم |
| ذخيرو | ڍير، گڏيل | ڪتب | ڪم ۾ ايندڙ |
| مڪتب | اسڪول | تشڪيل | شڪل ڏيڻ |
| گرامر | ٻولي جا اصول | شاھڪار | بھترين |
| مادري | ماءُ جي | آسان | سولو |
| رستي | ذريعي | | |

### ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

سنڌي ٻولي جو شمار دنيا جي قديم ۽ شاھوڪار ٻولين ۾ ٿئي ٿو. سنڌي ٻولي پنج هزار سالن کان بہ وڌيڪ پراڻي آهي. سنڌي ٻولي اسلام جي آمد کان اڳ ئي هتي رائج هئي. انگريزن جي دور ۾ تہ سنڌي تدريسي ٻولي سان گڏ دفتري ۽ سرڪاري ٻولي هئي.

سنڌي ٻولي نہ رڳو سنڌ صوبي ۾ لکي ۽ پڙهي وڃي ٿي پر پاڪستان جي ٻين صوبن کان سواءِ ڀارت جي ڪڇ، گجرات ۽ راجستان وارن علائقن ۾ ڳالهائي ۽ سمجهي وڃي ٿي. عربن جي دور ۾ قرآن پاڪ جو سنڌي

۾ پڻ ترجمو ٿيو هو.

سترهين صدي عيسوي ۾ سنڌ جي مڪتبن ۽ مدرسن ۾ سنڌي پڙهائي ۽ لکي ويندي هئي. انگريزن 1853ع ۾ سنڌي صورتخطي کي نئين سر ترتيب ڏياري سنڌ ۾ سرڪاري زبان طور رائج ڪيو. سنڌي زبان جو سڀ کان مقبول ترين ڪتاب شاهه جو رسالو آهي. اڄ ڪلهه سنڌي ٻولي اسڪولن ڪاليجن ۽ يونيورسٽين ۾ پڙهائي وڃي ٿي ۽ سنڌي جو سافٽ ويئر به ٺهي چڪو آهي. عام طور تي ڪتاب، رسالا ۽ اخبارون ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ٿي شايع ٿين ٿا. سنڌي زبان ۾ اي ميل پڻ موڪلي سگهجي ٿي.

## ❁❁❁ مشق ❁❁❁

**(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال نمبر:1 سنڌي ٻولي ڪيتري قديم آهي؟**

**جواب:** سنڌي ٻولي پنج هزار سالن کان به وڌيڪ قديم آهي.

**سوال نمبر:2 قرآن پاڪ جو سنڌيءَ ۾ پهريون ترجمو ڪڏهن ٿيو؟**

**جواب:** قرآن پاڪ جو پهريون سنڌي ترجمو عربن جي دؤر ۾ ٿيو.



**سوال نمبر:3 انگريزن ڪهڙي سال ۾ سنڌيءَ جي صورتخطيءَ کي نئين سر تيار ڪرايو؟**

**جواب:** انگريزن 1853ع ۾ سنڌي جي صورتخطي کي نئين سر تيار ڪرايو.

**سوال نمبر:4 سنڌي ٻولي ۾ رابطي جا جديد ذريعا ڪهڙا آهن؟**

**جواب:** سنڌي ٻولي ۾ رابطي جا جديد ذريعا موبائيل ۽ ڪمپيوٽر کان علاوه اخبارون، رسالا ۽ درسي ڪتاب آهن.

**سوال نمبر:5 اسان مارڪيٽ ۾ سودي وٺڻ ۽ واپار لاءِ ڪهڙي ٻولي ڪتب آڻيندا آهيون؟**

**جواب:** اسان مارڪيٽ ۾ سودي وٺڻ ۽ واپار لاءِ سنڌي ٻولي ڪتب آڻيندا آهيون.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

رائج _ روزمره _ صدي _ صورتخطي _ مقبول

**جواب:** لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو باقي جملا هيٺ ڏجن ٿا:

| لفظ | جملا |
|---|---|
| رائج | سنڌي ٻولي سنڌ صوبي ۾ مڪمل طور رائج ٿيڻ گهرجي. |
| روزمره | اسان کي روزمره استعمال ۾ سنڌي ٻولي |

| | |
|---|---|
| | استعمال ڪرڻ گهرجي. |
| صدي | موجوده صدي کي ڪمپيوٽر جي صدي بہ چئبو آهي. |
| صورتخطي | سنڌي جي موجوده صورتخطي انگريزن جي دؤر ۾ تيار ڪئي ويئي. |
| مقبول | سنڌي ٻولي سنڌ جي مقبول ترين ٻولي آهي. |

**(ج) سنڌي ٻوليءَ جي اهميت بابت مختصر نوٽ لکو.**

جواب: سنڌي ٻولي دنيا جي قديم ٻولين مان هڪ آهي. سنڌي هڪ شاهوڪار ٻولي آهي جنهن کي انگريزن جي دور ۾ دفتري ۽ سرڪاري ٻولي جود رجو ڏنو ويو هو. اڄڪلهہ بہ سنڌي ٻولي نہ رڳو سنڌ صوبي ۾ ڳالهائي ۽ لکي وڃي ٿي پر دنيا جي ٻين ڪيترن ئي ملڪن ۾ پڻ ڳالهائي وڃي ٿي. سنڌي ٻولي جو ادبي ذخيرو بہ شاهوڪار آهي ۽ هاڻي تہ سنڌي زبان ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ڪري سگهجي ٿي ۽ پڻ سنڌي زبان ۾ ويب سائيٽ تيار ڪري سگهجي ٿي.

**(د) اوهان پنهنجي پاڙي جي لائبريريءَ ۾ وڃو، اتان ڪوبہ پنهنجي پسند جو رسالو ڪڍو ۽ ان کي پڙهو.**

**جواب:** استاد صاحب ٻارن کي لائبريري ۾ وڃڻ لاءِ



همت افزائي ڪري.

(هـ) "اسان جي ٻولي" جي موضوع تي ٽن کان

**چئن منٽن جي تقرير ڪري پنهنجا تاثرات پيش ڪريو.**

**جواب:** استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾ مڪمل ڪرائي.

**(و) هيٺ ڏنل عبارت روانيءَ سان پڙهو:**

سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻارن لاءِ ڪيترائي رسالا ڇپجن ٿا. ڪجهہ سنڌي اخبارن ۾ پڻ ٻارن جي لکڻين جا صفحا آهن. رسالن ۾ ٻارن جي دلچسپيءَ وارو مواد هوندو آهي. ٻار بہ انهن رسالن ۾ پنهنجون لکڻيون موڪليندا آهن، جيڪي رسالن ۾ ڇپجنديون آهن. ٻار رسالي جي ايڊيٽر ڏانهن خط لکي، ڪيس تجويزون ڏيندا آهن. رسالا ۽ ڪتاب پڙهڻ سان ٻارن جي ڄاڻ ۾ واڌارو ٿئي ٿو. ۽ مطالعي جي عادت پيدا ٿئي ٿي.

جواب: استاد صاحب هي مشق پنهنجي نگراني ۾ مڪمل ڪرائي.

**(ز) هيٺ ڏنل خال ڀريو:**

(i) سنڌي ٻوليءَ جون پاڙون .................. جي تهذيب ۾ کُتل آهن.

جواب: موهن جي دڙي

(ii) شاهه عبداللطيف ڀٽائي رح جي شاعريءَ جي ڪتاب کي ............ چون ٿا.

جواب: شاهه جو رسالو

(iii) عام ڪتاب، رسالا، اخبارون ۽ درسي ڪتاب ڪمپيوٽر تي ............ تي شايع ٿين ٿا.

جواب: ڪمپوز



سبق ستاويهون

# ڪرڪيٽ

## ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| ٽاس | سڪي جي ذريعي قرعه اندازي | ڪپتان | ڪرڪيٽ ٽيم جو اڳواڻ |
| ڪشادو | ويڪرو، ڪليل | اوور | 6 بال اڇلڻ جو مجموعو |
| ڪافي | پورو، ٺيڪ | رنس | پچ تي هڪ طرف ڊوڙي پهچڻ |

| سگهارو | طاقتور، زور وارو | بيٽنگ | بال کي بلا ذريعي روڪڻ |
| --- | --- | --- | --- |
| آگ | راند جو وارو | رانديگر | راند کيڏڻ وارو |
| اڳواڻ | رهبر، پيشوا | ايمپائر | فيصلو ڪرڻ وارو |
| اڪثر | گهڻو ڪري | | |

## ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

ڪرڪيٽ راند دنيا جي اڪثر ملڪن ۾ کيڏي ويندي آهي. هن راند جي شروعات انگلينڊ ۾ ٿي. هيءَ راند کليل ميدان يا خاص ٺاهيل چٻر واري ميدان تي کيڏي ويندي آهي. ڪرڪيٽ ۾ يارهن يارهن رانديگرن جون ٻه ٽيمون ٺهنديون آهن. هر هڪ ٽيم مان هڪڙو چڱو ٽيم جو اڳواڻ يعني ڪپتان هوندو آهي. راند شروع ڪرڻ کان اڳ ”ٽاس“ ذريعي، يعني اکر پوري واري طريقي سان بيٽنگ يا فيلڊنگ جو فيصلو ڪيو ويندو آهي.

ڪرڪيٽ جو ميدان ڪافي ڪشادو هوندو آهي. اُن جي وچ ۾ ٻن طرفن کان ٽي ـ ٽي وڪيٽون ڪوڙيون وينديون آهن. آگ وٺندڙ ٽوليءَ جا ٻه رانديگر، آمهون سامهون وڪيٽن وٽ بيٽون کڻي بيهندا آهن. هو ڏانهن



وري آگ ڏيندڙ ٽوليءَ جو بالر، هڪ طرف کان، بيٽنگ ڪندڙ رانديگر ڏانهن بال اڇلائي اُن کي آئوٽ ڪرڻ جي ڪوشش ڪندو آهي.

بيٽنگ ڪرڻ وارو گهڻا رنس ٺاهڻ جي ڪوشش ڪندو آهي. جڏهن بيٽنگ ڪندڙ رانديگر بال کي اهڙو زور سان ڌڪ هڻندو آهي، جو بال ميدان ۾ مقرر ڪيل حد کان ٻاهر پهچندو آهي، ته اهڙي حالت ۾ ايمپائر هڪ قسم جو خاص اشارو ڏيندو آهي. جنهن جو مطلب هوندو آهي ته ڇهه رنسون ٿيون.

جڏهن آگ وٺندڙ ٽوليءَ جا ڏهه رانديگر آئوٽ ٿي ويندا آهن، تڏهن سڄي ٽولي آئوٽ سمجهي ويندي آهي. اُن کان پوءِ آگ ڏيندڙ ٽولي، وارو وٺندي آهي.

ويهن اوورن واري ڪرڪيٽ مئچ کي ”ٽي ـ 20“ ۽ پنجاهه اوورن واري مئچ کي ”ون ڊي“ چئبو آهي. جڏهن ته پنجن ڏينهن واري ڪرڪيٽ مئچ کي ”ٽيسٽ مئچ“ سڏبو آهي.

هر چوٿين سال ڪرڪيٽ جي ”عالمي ڪپ“ جو مقابلو ٿيندو آهي. پاڪستان هڪ ڏينهن جي ڪرڪيٽ راند جو عالمي ڪپ 1992ع ۾ کٽيو ۽ ٽي ـ 20 وارو عالمي ڪپ 2009ع ۾ کٽيو.

## مشق

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 ڪرڪيٽ راند ۾ ڪيتريون ٽيمون حصو وٺنديون آهن؟**

جواب: ڪرڪيٽ راند ۾ ٻه ٽيمون حصو وٺنديون آهن.

**سوال نمبر:2 ڪرڪيٽ جي هر ٽيم ۾ ڪيترا رانديگر ٿيندا آهن؟**

جواب: ڪرڪيٽ جي هر ٽيم ۾ يارهن يارنهن رانديگر ٿيندا آهن.

**سوال نمبر:3 ڪرڪيٽ راند ڪهڙي هنڌ کيڏي ويندي آهي؟**

جواب: ڪرڪيٽ راند چبر واري ميدان ۾ کيڏي ويندي آهي.

**سوال نمبر:4 ڪرڪيٽ راند ۾ ٽاس ڇو ڪئي ويندي آهي؟**

جواب: ڪرڪيٽ راند ۾ بيٽنگ يا فيلڊنگ ڪرڻ جي فيصلي جي لاءِ ٽاس ڪيو ويندو آهي.



**سوال نمبر:5 ڪرڪيٽ راند مان ڪهڙا فائدا آهن؟**

جواب: ڪرڪيٽ راند مان ڪيترائي فائدا آهن جن مان ڪجهه هيٺ ڏجن ٿا:

(i) هن راند جي ذريعي کيڏڻ وارن رانديگرن ۾ هڏي، پائپي، قائدانه صلاحيت ۽ قانون جي پابندي جا گڻ پيدا ٿين ٿا.

(ii) هن راند جي ذريعي بدن چست، سگهارو ۽ صحتمند رهي ٿو.

(iii) هي راند قومن کي هڪ ٻئي جي ويجهو آڻي ٿي.

(iv) هن راند جي کيڏڻ وارن کي پنهنجي ملڪ جو سفير چيو ويندو آهي.

**سوال نمبر:6 پاڪستان ڪرڪيٽ ۾ ”ون ڊي“ ۽ ”ٽي _ 20“ جا عالمي ڪپ ڪڏهن کٽيا؟**

جواب: پاڪستان ڪرڪيٽ راند ۾ ”ون ڊي“ جو عالمي ڪپ 1992ع ۾ کٽيو، جڏهن ته ”ٽي _ 20“ وارو عالمي ڪپ 2009ع ۾ کٽيو.

**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي سمجهاڻي ٻڌايو:**

ٽاس _ اسٽمپ آئوٽ _ اوور _ رنس _ ايل بي ڊبليو

**سمجهاڻي:**

**(i) ٽاس:** راند شروع ڪرڻ کان اڳ ٻنهي ٽيمن جي

ڪپتانن جي سامهون سڪي جي اکر پوري جي ذريعي ٽاس ڪيو ويندو آهي. ٽاس کٽيندڙ ڪپتان کي فيلڊنگ يا بيٽنگ ڪرڻ جو اختيار ملي ويندو آهي.

**(ii) اسٽمپ آئوٽ:** اسٽمپ آئوٽ ان کي چئبو آهي جڏهن بالر بال اڇلائي ته بيٽسمين اڳيان نڪري بال کي شارٽ کيڏڻ لاءِ ڪريز کان ٻاهر نڪتو ۽ بال کي نه کيڏي سگهيو ته وڪيٽ ڪيپر بال پڪڙي وڪيٽ کي اسٽمپ آئوٽ ڪري سگهي ٿو.

**(iii) اوور:** هڪ اوور ۾ 6 بال اڇلايا ويندا آهن، يعني 6 بال اڇلائڻ جي مجموعي کي اوور چئبو آهي.

**(iv) رنس:** بيٽنگ ڪندڙ رانديگر بال کي اڇلائڻ کان پوءِ پنهنجي جاءِ تان ڊوڙي بال اڇلائڻ واري جاءِ تي پهچڻ جي ڪامياب ڪوشش ڪندو ته ان کي هڪ رنس چئبو آهي. ۽ جيڪڏهن وري مناسب سجهندي ڪاميابيءَ سان واپس ساڳي جاءِ تي پهتو ته اهو ٻيو رنس نهندو.

پر جيڪڏهن مخالف ٽيم بيٽنگ ڪرڻ واري جي پهچڻ کان اڳ بال کي پهچايو ته اهو بيٽنگ ڪرڻ وارو آئوٽ تصور ڪيو ويندو آهي.

**(v) ايل بي ڊبليو:** بيٽنگ ڪندڙ رانديگر بال کي اڇلائڻ جي ڪوشش ڪري پر بال نه اڇلائي سگهيو ۽ بال پيرن کي لڳي ۽ وڪيٽ جي سامهون هوندو ته ايل بي



ڊبليو آئوٽ ٿيندو.

**(ج) اوهان کي ڪهڙي راند پسند آهي ۽ ڇو؟**

**جواب:** مون کي هاڪي راند تمام گهڻو پسند آهي. هاڪي راند ان ڪري به پسند آهي ته هن راند ۾ سڀ جا سڀ رانديگر ميدان تي موجود هوندا آهن، ۽ پنهنجي ٽيم جي ڪپتان طرفان مليل هدايتن مطابق حصو وٺندا رهندا. هي راند آخر تائين انتهائي دلچسپ انداز ۾ کيڏي ويندي آهي. رانديگرن جي جوش ۽ جذبي جو منظر ميدان تي هڪ ئي وقت نظر ايندو آهي، جنهن کي ڏسي شائقين به انتهائي پرجوش ٿي ويندا آهن. هن راند جي هي به خصوصيت آهي ته هن راند ۾ هر لمحي صورتحال بدلجندي رهندي آهي، تنهن ڪري شائقين لذت جي آخري وقت تائين ڏاڍا خوش نظر ايندا آهن.

سبق اٺاويهون

# نور ۽ نانگ جي آکاڻي

## (تصويري ڪهاڻي)

## ☸ نون لفظن جي معنيٰ ☸

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| آکاڻي | ڪهاڻي | تصويري | تصويرن تي ٻڌل |

## ☸☸☸ مشق ☸☸☸

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

سوال نمبر:1 تصويرن ۾ ڏنل جاندارن ۽ بي جان شين جا نالا ٻڌايو؟

جواب:

| جاندار شيون | بي جان شيون |
|---|---|
| عورت | ڪپڙا |
| ٻار | پينگهو |
| نانگ | گلاس |
| نور | ڪائيون |
| | گهڙو |
| | دروازو |
| | دري |

سوال نمبر:2 تصويرون ڏسي آکاڻي ٻڌايو.

جواب: هڪ گهر ۾ هڪ عورت رهندي هئي. ڪيس هڪ ننڍڙو ٻار بہ هو. اها عورت ٻار کي پينگهي ۾ سمهاري پنهنجو ڪم ڪار ڪندي هئي. ان عورت هڪ

نور ۽ پاليو هو. جيڪو اڪثر ڪري سندن گهر ۾ ئي ويٺو هوندو هو. هڪ دفعي عورت پاڻي ڀرڻ لاءِ گهر کان ٻاهر وئي. ته اوچتو هڪ نانگ سندس گهر ۾ داخل ٿيو. نانگ پينگهي ۾ ستل ٻار ڏانهن وڌيو. اهو ڏسي نور نانگ تي حملو ڪري ڏنو ۽ ڪيس ماري ڇڏيو. نور جي وات تي نانگ جي رات لڳي وئي هئي. نور ٻاهر دروازي تي ويهي. پنهنجي مالڪياڻي جو انتظار ڪرڻ لڳو.

جڏهن عورت پاڻي ڀري واپس موٽي ته ڏٺائين ته نور جي وات تي رت لڳي پئي آهي. هن اهو سمجهيو ته نور سندس ٻار کي ماري ڇڏيو آهي. سو مٽي تي ڀريل دلو ڪٽي نور تي اڇلايائين جنهن ڪري نور مري ويو. پر جڏهن اندر وئي ۽ نانگ کي مئل ڏٺائين ۽ پنهنجي ٻار کي صحيح سلامت ڏٺائين ته سڄي ڳالهه سمجهي وئي. تڏهن ڪيس پنهنجي ابهرائي تي ڏاڍو افسوس ٿيو.

**سوال نمبر:3 هن تصويري آکاڻي ۾ ڪهڙا ڪهڙا ڪردار آهن؟**

**جواب:** هن تصوير آکاڻي ۾ عورت _ ٻار _ نور ۽ نانگ ڪردار طور پيش ڪيا ويا آهن.

**(ب) هن تصويري ڪهاڻيءَ مان ڪهڙو سبق ملي ٿو؟**

**جواب:** هن تصويري ڪهاڻي مان اسان کي اهو سبق



ملي ٿو ته ڪڏهن به تڪڙ ۽ ابهرائي ڪرڻ کان ڪم نه وٺون.

**(ج) ڏنل تصويري ڪهاڻي مان اوهان کي ڪهڙو ڪردار پسند آهي ۽ ڇو؟**

**جواب:** هن تصويري ڪهاڻي مان مون کي نور جو ڪردار گهڻو پسند آيو. اهو ان ڪري پسند آيو جو نور پنهنجي گهر جي مالڪياڻي سان وفاداري ڪري سندس ٻار کي نانگ جي هٿان مارجڻ کان بچائي ورتو.

**(د) بياني ۽ سوالي جملا جوڙي لکو.**

| بياني جملا | سوالي جملا |
|---|---|
| اڪرم سبق پڙهي ٿو. | ڇا اڪرم سبق پڙهي ٿو؟ |
| (i) مان-ماني کاوان ٿو. | ڇا مان ماني کاوان ٿو؟ |
| (ii) منير کيڏي ٿو. | ڇا منير کيڏي ٿو؟ |
| (iii) زبير نماز پڙهي ٿو. | ڇا زبير نماز پڙهي ٿو؟ |

## سبق اوڻٽيهون

# سٺو شهري

### ❁ نون لفظن جي معنيٰ ❁

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
| --- | --- | --- | --- |
| دائمي | سدائين | پتوڙيندڙ | سخت محنت ڪندڙ |
| انتظام | جوڙجڪ، ضابطو | گهٽتائي | ڪمي، کوٽ |
| ڳڻتڪو | الڪو، پريشاني | | |

### ❁ سبق جو حاصل مطلب ❁

شهري اُن ماڻهوءَ کي چئبو آهي. جيڪو ڪنهن ملڪ جو دائمي رهاڪو هجي. ڪيس اُن ملڪ جي رهندڙ ماڻهن جا حق ۽ ڪي ذميواريون بہ حاصل هجن.

هڪ ملڪ جي شهريءَ کي جيترا حق پنهنجي ملڪ ۾ حاصل هوندا آهن، اوترا ڪيس ٻئي ڪنهن ملڪ ۾ حاصل نہ هوندا آهن.

هر ڪنهن شهريءَ جي پهرين ذميواري اها آهي تہ هو پنهنجي ملڪ سان وفادار رهي. ان جي ترقيءَ لاءِ پاڻ پتوڙيندو رهي. هو سيني سان پيار وچان پيش اچي. ان کان سواءِ زندگيءَ سان واسطو رکندڙ هر ڪم سچائيءَ ۽ ايمانداريءَ سان ادا ڪري.



هڪ سٺي شهريءَ جي اها پڻ ذميواري آهي تہ ملڪ جي انتظام سنڀالڻ وارن جي ڪم ۾ مدد ڪري.

سُٺي شهريءَ جي اها بہ ذميداري آهي تہ پنهنجي ووٽ جي اهميت سمجهي.

هڪ سُٺي عالمي شهريءَ جون هي خاصيتون آهن تہ هُو ٻين جو ڏک سمجهي ٿو ۽ ٻين جو مددگار ٿئي ٿو. هُو ڳالهائڻ وقت لفظن جي مناسب چونڊ ڪري ٿو.

سُٺو شهري انهيءَ ڳالهہ تي يقين رکي ٿو تہ سڀ ماڻهو برابر آهن. هُو ڪنهن خاص فرد يا ٽولي کي ٻين کان مٿانهون نٿو سمجهي.

هڪ سٺي شهريءَ جي ذميداري هوندي آهي تہ هو پنهنجي پاڙي، شهر يا ڳوٺ وارن اڻ پڙهيل شهرين کي لکڻ پڙهڻ سيکاري، اسڪول کولي يا لائبريري قائم ڪري تہ جيئن شهرين جو وقت اجايو نہ وڃي. اسان کي پنهنجي ملڪ جو سٺو شهري بڻجڻ لاءِ گهر، پاڙي، ڳوٺ ۽ شهر کي صاف سُٿرو رکڻ کپي. ائين ڪرڻ سان وطن ۽ قوم جي خدمت ٿيندي.

### ❁❁❁ مشق ❁❁❁

(الف) هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال نمبر:1 شهري ڪنهن کي چئبو آهي؟**

**جواب:** شهري اُن ماڻهوءَ کي چئبو آهي جيڪو

ڪنهن ملڪ جو دائمي رهاڪو هجي ڪيس ان ملڪ جي رهندڙ ماڻهن جا حق ۽ ڪي ذميداريون به حاصل هجن.

**سوال نمبر:2 هڪ سٺو شهري پنهنجي ذميداري ڪيئن ادا ڪري؟**

جواب: هڪ سٺو شهري پنهنجي ذميداري هن طرح ادا ڪري جو پنهنجي ملڪ سان وفادار رهي. ان جي ترقي لاءِ ڪوشش ڪري، ڪم ڪار ۾ سچائي ۽ ايمانداري ڏيکاري، سيني انتظام سنڀاليندڙ ادارن جي ماڻهن جي مدد ڪري.

**سوال نمبر:3 هڪ سٺو شهري ماڻهن ۾ تعليمي جاڳرتا ڪيئن آڻي ٿو؟**

جواب: هڪ سٺو شهري ماڻهن ۾ تعليمي جاڳرتا هن طرح آڻي ٿو جو هو پنهنجي پاڙي، شهر يا ڳوٺ وارن اڻ پڙهيل ماڻهن کي لکڻ پڙهڻ سيکاري، اسڪول کولي ۽ لائبريريون قائم ڪري ته جيئن شهرين جو وقت اجايو نه وڃي.

**سوال نمبر:4 عالمي شهريءَ جون ڪهڙيون ڪهڙيون خاصيتون آهن؟**

جواب: هڪ عالمي شهريءَ جون هي خاصتون آهن ته هو ٻين جو ڏک سمجهي ٿو ۽ هو ٻين جو مددگار ٿئي ٿو. ڳالهائڻ وقت لفظن جي مناسب چونڊ ڪري ٿو.



**(ب) هيٺ ڏنل لفظن جي معنيٰ لکو ۽ اهي جملن ۾ ڪتب آڻيو:**

دائمي _ پتوڙيندڙ _ انتظام _ گهٽتائي

جواب: لفظن جي معنيٰ الفاظ معنيٰ واري چارٽ ۾ ڏسو باقي جملا هيٺ ڏجن ٿا:

| لفظ | جملا |
|---|---|
| دائمي | ملڪ جي دائمي رهاڪو کي شهري چئبو آهي. |
| پتوڙيندڙ | ملڪ جو هر شهري ملڪ جي ترقي لاءِ پاڻ پتوڙيندڙ آهي. |
| انتظام | اسڪول جو انتظام هيڊ ماستر صاحب هلائيندو آهي. |
| گهٽتائي | پاڻي نه هجڻ سبب زرعي اپت ۾ گهٽتائي اچي وئي. |

**(ج) هيٺ ڏنل عبارت پڙهي سوالن جا جواب ڏيو:**

هَر مُحبِ وطن فرد جي ذميداري اِها هوندي آهي ته هُو پنهنجي شهرن جي انهن علائقن ۾ تعليم جي مُهم هلائي، جتي تعليم مڪمل طور تي تباهه ٿي چُڪي هجي. ماڻهن کي سُٺي تعليم ڏيڻ لاءِ اُتان جي اسڪولن کي سيپ ڪان پهريان فعال ڪرائڻ جي ڪوشش ڪري. علائقي ۾ تعليمي جاڳرتا لاءِ گهر گهر وڃي هُو ڪوششون ڪندو

رهي. تعليم بابت آگاهي ڏيئي، ڪين اهو ٻڌائي ته تعليم کانسواءِ ماڻهو اڌورو آهي. تعليم کانسواءِ زندگي بي معنيٰ ۽ بي مقصد گذري ٿي. ڇو ته تعليم سان ماڻهو نه صرف پنهنجي سيني مسئلن کي بهتر نموني حل ڪري سگهي ٿو پر پنهنجا حق به حاصل ڪري سگهي ٿو. ۽ پنهنجا فرض به چڱيءَ طرح سان پورا ڪري سگهي ٿو.

**سوال نمبر:1 پڙهيل لکيل فرد جي ڪهڙي ذميداري آهي؟**

جواب: پڙهيل لکيل فرد جي ذميداري اها هوندي آهي ته هو پنهنجي شهرن جي انهن علائقن ۾ تعليم جي مهم هلائي جتي تعليم مڪمل طور تي تباهه ٿي چڪي هجي.

**سوال نمبر:2 معاشري ۾ تعليمي جاڳرتا ڪيئن آڻجي؟**

جواب: معاشري ۾ تعليمي جاڳرتا پيدا ڪرڻ لاءِ گهر گهر وڃي تعليم بابت آگاهي ڏيڻ سان جاڳرتا پيدا ڪري سگهجي ٿي.

**سوال نمبر:3 تعليم کان سواءِ زندگي ڪيئن گذري ٿي؟**

جواب: تعليم کان سواءِ زندگي اڌوري گذري ٿي.



**سوال نمبر:4 تعليم جي بهتريءَ لاءِ ڇا ڪجي؟**

جواب: تعليم جي بهتري لاءِ ماڻهن جي اندر تعليم جي آگاهي ڏجي ۽ ڪين تعليم جا فائدا ٻڌايا وڃن ته هو تعليم حاصل ڪري پنهنجي زندگي بهتر نموني گذاري سگهن ٿا.

**سوال نمبر:5 پنهنجا حق ڪيئن حاصل ڪري سگهجن ٿا؟**

جواب: تعليم حاصل ڪرڻ سان ماڻهو نه صرف پنهنجي سيني مسئلن کي بهتر نموني حل ڪري سگهي ٿو پر پنهنجا حق به حاصل ڪري سگهي ٿو ۽ پنهنجا فرض به چڱيءَ طرح سان پورا ڪري سگهي ٿو.

**(د) هيٺ ڏنل محاورو پڙهو:**

1. آئيءَ ويل ڪر اڄڻ.

اوهين ڪي به ٽي محاورا لکو.

جواب: سوڙ آهر پير ڊگهيرڻ ـ ٻه ته ٻارنهن ـ جيڪو ڏاڍو سوئي گابو

**(هه) هيٺ حرف جر، حرف جملي ۽ حرف ندا جا لفظ ڏنل آهن.**

مثال: (i) حرف جر: ميز تي ڪتاب رکُ

مٿئين جملي ۾ "تي" لفظ حرف جر آهي

(ii) حرف جملو: خليل ۽ مجيد پاڻ ۾ يائر آهن

متئين جملي ۾ "۽" لفظ حرف جملو آهي.

(iii) حرف ندا: واهه! تون پهريون نمبر آيو آهين.

متئين جملي ۾ "واهه" لفظ حرف ندا آهي.

**اوهين حرف جر، حرف جملو ۽ حرف ندا جا ڪي ٻيا لفظ لکو ۽ اُهي جملن ۾ ڪم آڻيو:**

جواب:

(i) استاد ڪرسيءَ تي ويٺو آهي.

جواب: تي

(ii) منير ۽ زبير پاڻ ۾ يائر آهن.

جواب: ۽

(iii) شاباش! اهڙي نموني سدائين محنت ڪندا رهو.

جواب: شاباش

**پورو ٿيو**